# اوضح البیان

# فی سیرة

# سیدنا عثمان ابن عفان رض








ازفیوضات قلم:

شیخ التفسیر والحدیث العلامة الحاج مولانا المفتي

محمد ادریس الداهري النقشبندي مدظله العالي

# اوضح البيان في سيرة

## سيدنا عثمان ابن عفان رضي الله عنه

از فیوضات قلم

شيخ التفسير والحديث العلامة الحاج مولانا

المفتي محمد ادريس الداهري النقشبندي - مدظلہ العالي

ناشر

اداره خدمة القرآن والسنة

شاہپور جہانیاں - ضلع نوابشاہ - سندھ

كتاب جو نالو: أوضح البيان في سيرة سيدنا عثمان بن عفان رضي الله عنه
ازرشحات قلم: شيخ التفسير والحديث علامه مولانا الحاج المفتي محمد ادريس الداهري النقشبندي مدظله العالي
كمپوزنگ: اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر ۴۰۰ / بي يونٽ نمبر ۴ بي لطيف آباد، حيدرآباد
كمپوزر: عبدالمقيت پنو (منصوري)
تعداد اشاعت: ۱۰۰۰
هديه: ۱۰۰ روپيا
اشاعت جو سال: ۱۴۲۴هـ
الموافق: ۲۰۰۳ع

THE PRINTING MASTERS HYD. Ph: 787178-720767

## ملڻ جو هنڌ

جامعه محمديه شاهپور جهانيان ضلع نوابشاه سنڌ.
فون ۲۰۲۴۴ - ڪوڊ - ۰۲۴۱

۲: المركزالاسلامي شهر نوابشاه
فون ٦٣٠٦٦ - ڪوڊ - ۰۲۴۱

# فهرست مضامين

# ساٿي ۽ سونها

| | مصنف | مطبع |
|---|---|---|
| ١: قرآن ڪريم | باري تعاليٰ جو ڪلام | |
| ٢: حضرت عثمان ذي النورين خليفهٔ مظلوم | معراج الحق عثماني | دارالاشاعت اردو بازار ڪراچي |
| ٣: سير اعلام النبلاء | علامه شمس الدين الذهبي | مؤسسة الرسالة - بيروت |
| ٤: الطبقات | محمد بن سعد | دار صادر - بيروت |
| ٥: تاريخ الاسلام عربي | ڊاڪٽر حسن ابراهيم | مڪتبة النهضه - مصر |
| ٦:اسدالغابة | علي بن محمد بن الاثير | دارالباز - المكة المكرمة |
| ٧: حضرت عثمان ذي النورين | پروفيسر سيد احمد اڪبر آبادي | مولانا سعيد احمد اڪيڊمي ناظم آباد ڪراچي |
| ٨: سيرت الصحابه | شاه معين الدين ندوي | اداره اسلاميات ٩٠ انار ڪلي لاهور |
| ٩:المستدرڪ | حاڪم نيشاپوري | دارالفڪر -بيروت |
| ١٠: ترمذي شريف | محمد بن عيسىٰ ترمذي | سعيد ايچ - ايم ڪمپني ادب چوڪ منزل ڪراچي |
| ١١: تهذيب التهذيب | علامه ابن حجر عسقلاني | دارالفڪر العربي -بيروت |
| ١٢: ازالة الخفا | شاه ولي الله محدث دهلوي | سعيد اينڊ سنز - ڪراچي |
| ١٣: شان صحابه | سيد محمود احمد رضوي | مڪتبه رضوان لاهور |
| ١٤: صفة الصفوة | عبدالرحمٰن ابن الجوزي | دارالڪتب العلمية - بيروت |

| | | |
|---|---|---|
| ١٥: الاصابة | علامه ابن حجر عسقلاني | مطبعة السعادة -مصر |
| ١٦: الرياض النضرة | ابوجعفر احمد طبري | مكتبه اسلاميه طنطا |
| ١٧: الخليفة الثالث عثمان ذي النورين | محمد رضا | دارالكتب العلمية - بيروت |
| ١٨: مدارج النبوة | شيخ عبدالحق محدث دهلوي | مدينه پبلشنگ كمپني كراچي |
| ١٩: تهذيب الكمال | الحافظ يوسف المزي | مؤسسة الرسالة - بيروت |
| ٢٠: الصواعق المحرقة | علامه ابن حجر هيتمي مكي | مكتبه القاهره - مصر |
| ٢١الطبقات الكبرىٰ | علامه عبدالوهاب شعراني | **دارالفكر- بيروت** |
| ٢٢: كتاب الكنىٰ والاسماء | محمد بن احمد دولابي | دار عباس احمد الباز - المكة المكرمة |
| ٢٣ :تفسير نور العرفان | مفتي احمد يار خان نعيمي | سني دارالاشاعت اسلام گنج لاهور |
| ٢٤: تفسير مظهري | علامه ثناء الله پاني پتي | ندوة المصنفين - دهلي |
| ٢٥: روح البيان | علامه اسماعيل حقي | دارالفكر - بيروت |
| ٢٦: تفسير حسيني فارسي | حسين الواعظ الهروي | |
| ٢٧: تفسير كبير | علامه فخرالدين رازي | دارالكتب العلمية - طهران |
| ٢٨: صحيح بخاري | محمد بن اسماعيل بخاري | نور محمد اصح المطابع كراچي |
| ٢٩: سنن ابن ماجه | عبدالله محمد قزويني | ========== |

| | | |
|---|---|---|
| ۳۰: صحیح مسلم | مسلم بن حجاج قشيري | ============ |
| ۳۱: مجمع الزوائد | علي بن أبوبكر هيتمي | دارالكتاب العربي - بيروت |
| ۳۲: البداية والنهاية | علامه ابن كثير دمشقي | مكتبة المعارف - بيروت |
| ۳۳: فضائل الصحابة | امام احمد بن حنبل | مؤسسة الرسالة - بيروت |
| ۳۴: مروج الذهب | علي بن حسين مسعودي | دار عباس احمد الباز - المكة المكرمة |
| ۳۵: ضياء النبي ﷺ | پير محمد اكرم شاه ازهري | ضياء القرآن پبلي كيشنز - لاهور |
| ۳۶: السيرة النبوية | علامه زيني دحلان | |
| ۳۷: تفسير روح المعاني | شهاب الدين محمود آلوسي | دار الفكر بيروت |
| ۳۸: حاشيه عثمانيه | علامه شبير احمد عثماني | المملكة العربية السعودية |
| ۳۹: الجامع لاحكام القرآن | محمد بن احمد انصاري | دارالباز - المكة المكرمة |
| ۴۰: الدرالمنثور | علامه جلال الدين سيوطي | دارالفكر - بيروت |
| ۴۱: روح البيان | علامه اسماعيل حقي | دارالفكر - بيروت |
| ۴۲: جامع كرامات الاولياء | علامه يوسف نبهاني | المكتبة الثقافيه - بيروت |
| ۴۳: نهج البلاغة | | |
| ۴۴: رحماءُ بينهم | مولوي محمد نافع | دارالتصنيف جامعه محمديه شريف ضلع جهنگ - پاكستان |

| | | |
|---|---|---|
| ۴۵: منهاج السنة | علامه ابن تيميه حراني | |
| ۴۶: الاستيعاب | علامه يوسف ابن عبدالبرنمري | دارصادر - مطبعة السعادة مصر |
| ۴۷:فروع كافي | محمد بن يعقوب كليني | دارالكتب الاسلاميه - طهران ايران |
| ۴۸: الكامل في التاريخ | علامه ابن الاثير الجزدي | دارصادر - بيروت |
| ۴۹: تاريخ طبري | محمد بن جرير طبري | دارالفكر - بيروت |

تقريظ :١ از حضرت علامه رمولانا الحاج المفتي عبد الرحيم رسڪندري دامت برڪاتہ

زير نظر ڪتاب ۾ ٽئين خليفہ راشد حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ جا حالات زندگي، ڪارناما ۽ فضائل لکيا ويا آهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي سيرت ۽ اخلاق جو مشاهدو ڪيو وڃي تہ معلوم ٿئي ٿو، پاڻ فطرتي پاڪدامن، پارسا، ديانتدار، حيادار، سخي ۽ سچا انسان هيا. جاهليت واري زماني ۾، جڏهن عرب ۾ شراب عام جام استعمال ٿيندو هيو، ان وقت حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ ڪڏهن شراب چکيو بہ ڪونہ هيو. سندن تاريخ ۽ سيرت نگارن لکيو آهي تہ پاڻ تقريبًا سيني لڙائين ۾، جن ۾ حضرت نبي ڪريم صلى الله عليہ وسلم جن موجود هيا، شريڪ رهيا آهن حضرت عثمان رضي الله عنہ حضور جن جي فقيري حال کي ڏسي سخت بي قرار ٿي ويندو هيو ۽ جڏهن بہ ڪو موقعو ملندو هيو تہ مال ۽ تحفن ذريعي، سندن خدمت ڪري سعادت حاصل ڪندو هيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت جو عرصو ٻارهن سال ۽ ڪجھ مهينا رهيو، ان دور ۾ پاڻ خلافت اسلاميہ جي استحڪام، اسلام جي ترويج ۽ اشاعت لاءِ جيڪي ڪارناما سرانجام ڏنائون اهي هميشہ يادگار رهندا.

سندن دورِ خلافت ۾ تمام گهڻا علائقا فتح ٿيا ۽ اسلامي سلطنت جون حدون ڪافي وسيع ٿي ويون ان سان گڏ ڪين تمام گهڻ فتنن ۽ سازشن به گهيري ورتو هيو. ان ضمن ۾ سڀني کان وڏو عبدالله بن سبا وارو پيدا ڪيل اهو فتنو هيو. جنهن اڳتي هلي هڪ خطرناڪ صورت اختيار ڪئي ۽ ملت اسلاميه لاءِ افتراق ۽ انتشار جو باعث بڻيو ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه نهايت جراءَت ۽ بهادريءَ سان ان فتني جو مقابلو ڪيو، شهيد ٿيڻ قبول فرمايائون ليڪن اسلام جي دشمنن اڳيان سر نه جهڪايائون. انهن سڀني ڳالهين جو مختصر مگر جامع تفصيل اوهان کي هن ڪتاب اندر ڏسڻ ۾ ايندو. جيڪو اسان جي محترم ومخدوم واعظ الاسلام، مُفسر قرآن، خطيب اسلام حضرت علامه ومولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي دامت برڪاتهم العاليه جن تحرير فرمايو آهي.

راقم الحروف هت حضرت عثمان رضي الله عنه جي دورِ خلافت جي سڀني ڪارنامن کي بيان ته نٿو ڪري سگهي، مگر هڪ اهڙي ڪارنامي جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو، جيڪو اسلامي تاريخ ۾ تمام اهم ڪارنامو آهي مگر بيمار ۽ مُتعصب ذهن ان ڪارنامي کي به حضرت عثمان رضي الله عنه جي عيبن

۾ شمار ڪري ان کي تمام گهڻو مشتهر ڪندا آهن ته آن قرآن مجيد جا نُسخا ساڙيا هئا وغيره. ان بابت ڪجهه تفصيل سان لکجي ٿو:

حضرت عثمان رضي الله عنه کي قرآن مجيد سان خاص شغف هيو، ڪانئون هڪ حديث مروي ٿيل آهي ته: قرآن مجيد جو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ سڀ کان افضل آهي. ٻين صحابن سڳورن وانگر پاڻ قرآن مجيد جا "حافظ" هيا. جڏهن ته پاڻ "ڪاتب وحي" رهي چڪا هئا، ان ڪري هر هڪ آيت جو شان نزول، ان جي قراءت، ان جي حقيقي مفهوم کان چڱي طرح واقف هيا. مشهور آهي ته، حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جي زندگي پاڪ ۾ پاڻ هڪ مصحف تيار ڪيو هئائون، اها ڳالهه علامه طبري به لکي آهي. پاڻ قرآني آيتن مان استدلال، استنباط ۽ تفريع مسائل بابت خاص مَلڪه رکندا هيا، سندن ڪارنامن مان هڪ عظيم ڪارنامو هي آهي جو پاڻ قرآن مجيد کي نون مسلمانن جي تحريف کان محفوظ فرمائڻ جو مضبوط بندوبست فرمايائون. ان ڪارنامه سرانجام ڏيڻ جي ضرورت هن ڪري پيش آئي جو مشهور صحابي حضرت حذيفه بن يمان رضي الله عنه سنه ٣٥ھ ۾ مختلف مفتوح علائقن جي سفر تي ويا. جڏهن اهي واپسي ۾ ڪُوفه کان گذريا ته ڪُوفه جي گورنر سعد

بن عاص کي ٻڌايائون تہ مون سفر دوران عجيب ڳالهہ ڏٺي آهي. سعيد پڇيو: اها ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ حضرت حذيفہ فرمايو: ماڻهو قرآن مجيد کي مختلف طريقن سان پڙهن ٿا، مون کي خوف آهي تہ مسلمان، هڪ حالت تي قرآن پڙهڻ ۾ ڪڏهن بہ قائم نہ رهندا بلڪ "اختلاف قراءت" وڌندو ويندو.

سعيد پڇيو: اهو ڪيئن؟ حضرت حذيفہ فرمايو: حمص جا ماڻهو چون ٿا: اسان واري قراءت ٻين جي قراءت کان بهتر آهي، ڇو جو اسان حضرت مقداد کان سکي آهي اهو ساڳيو حال، دمشق ۽ ڪُوفہ وارن جو آهي. ڪُوفہ وارا چون ٿا: اسان قرآن کي ابو موسىٰ اشعري جي طرز تي پڙهندا آهيون. حضرت حذيفہ واري ان راءِ سان صحابہ ڪرام جي اڪثريت ۽ تابعين ڪرام متفق هيا، مگر حضرت عبدالله بن مسعود ۽ سندس چند ساٿين ان جي مخالفت ڪئي اتان کان حضرت حذيفہ ۽ حضرت عبدالله بن مسعود جي درميان چپقلش ۽ منافرت جو سلسلو شروع ٿيو. ان ڪانپوءِ حضرت حذيفہ، حضرت عثمان رضي الله عنہ جي خدمت ۾ آيو ۽ ان صورتحال کان کين آگاهہ ڪيائين. جنهن سبب جي ڪري حضرت عثمان رضي الله عنہ، رسول الله صلى الله عليه وسلم جي صحابہ ڪرام کي جمع فرمائي مشورو ڪيو تہ هن صورتحال ۾ ڇا ڪرڻ

گهرجي؟ انهن سڀني، حضرت حذيفہ واري راءِ سان اتفاق ڪيو. پوءِ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ، حضرت ام المومنين حفصہ بنت عمر رضي الله عنهما ڏانهن هڪ ماڻهو موڪليو تہ، قرآن مجيد جو جيڪو نسخو اوهان وٽ محفوظ آهي، اهو مون ڏانهن موڪلي ڏياريو هي اهو نسخو هيو جيڪو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنہ ان وقت مرتب ڪرايو هيو، جڏهن جنگ يمامہ ۾ حُفاظ قرآن جي هڪ وڏي جماعت شهيد ٿي وئي هُئي. حضرت حفصہ اهو نسخو حضرت عثمان رضي الله عنہ جي خدمت ۾ ڏياري موڪليو. پوءِ حضرت عثمان پنهنجي نگراني ۾ هڪ ڪاميٽي بنائي. جنهن جا ميمبر هيٺيان صحابي سڳورا منتخب ڪيائين.

(١) زيد بن ثابت (٢) سعيد بن عاص (٣) عبدالرحمان بن حارث انهن سڳورن کي حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ حڪم ڏنو تہ هن نُسخہ مطابق هڪ ٻيو نسخہ بہ تيار ڪريو ۽ ڪين اهو بہ فرمايائين تہ: جيڪڏهن ڪنهن حرف جي قراءَت بابت، اوهان ۾ اختلاف ٿي پوي تہ "لغت قريش" کي مد نظر رکجو ۽ ان مطابق ان جي قراءَت کي تحرير ڪجو ان کان بعد ان هڪ نسخہ مان ٻيا ڪيترا نُسخہ تيار ڪرايا ويا ۽ انهن مان هڪ هڪ نسخو هر شهر ڏانهن موڪليو ويو. ۽

انهن کان علاوه ٻيا نسخا جن ۾ مختلف قراءتون، تفسيري نوٽ وغيره لکيل هيا سڀ گڏ ڪرائي ضايع ڪيا ويا تہ جيئن مسلمان قرآن مجيد جي قراءت واري معاملي ۾ اختلاف ۽ انتشار جو شڪار نہ بنجن.

ان بي مثال ڪارنامي تي، تمام صحابہ ڪرام، تابعين عظام بي حد مسرور ۽ خوش ٿيا. جڏهن حضرت علي رضي الله عنہ ڪوفي تشريف وٺي ويا تہ ڪن ماڻهن سندن اڳيان حضرت عثمان رضي لله عنہ تي تنقيد ڪندي، ان ڪارنامي کي خراب چيو انهن ۾ حضرت ابن مسعود پيش پيش هيو. مگر حضرت علي رضي الله عنہ فرمايو، جيڪڏهن آئون خليفو هجان ها تہ اهو ئي ڪيان ها، جيڪو عثمان، هڪ خليفہ جي حيثيت ۾ ڪيو. مزيد ان متعلق حضرت علي رضي الله عنہ جو مشهور فرمان مبارڪ آهي: الله الله، توهان عثمان جي متعلق مبالغہ آميزي کان ڪم وٺي ان تي الزام هڻو ٿا تہ، اهو قرآن سازائيندڙ آهي توهان ٻڌايو تہ توهان جو ان قراءت جي باري ۾ ڇا خيال آهي، جنهن متعلق هر شخص چوي ٿو " مون واري قراءت بهتر آهي ۽ ٻين واري غير صحيح آهي ۽ ٻين جو بہ ساڳيو چوڻ آهي، اهو تہ صريح ڪفر آهي، جڏهن هن وقت اهو حال آهي تہ آئنده ڇا ٿيندو؟ ان کان بعد حضرت علي رضي الله عنہ زيد بن ثابت ۽ سعيد بن

عاص کي گهُرائي حڪم ڏنو: توهان مان هڪڙو قرآن مجيد کي پڙهندو وڃي ۽ ٻيو پيتائيندو وڃي. جنهن حرف جي قراءَت ۾ توهان جو پاڻ ۾ اختلاف ٿي پوي ته، مون ڏانهن رجوع ڪندا“ پوءِ ان طرح هڪ هڪ نُسخه کي پيتايو ويو، جو هڪ پڙهندو ويو ۽ ٻيو ٻڌندو رهيو ڪنهن هنڌ به انهن ٻنهي ۾ اختلاف راءِ نه ٿيو. سواءِ سورت بقره جي هڪ مقام جي جتي هڪ جي راءِ هُئي ته ”تابوة“ ”ه“ سان پڙهيو وڃي ٻئي جو رايو هيو ته ”تابوت“ يعني ”ت“ سان پڙهيو وڃي چنانچه حضرت عثمان رضي الله عنه ڏانهن رجوع ڪيو ويو پاڻ ان مقام تي ””تابوت“ يعني ”ت“ جي تلفظ کي صحيح قرار ڏنائون ۽ حضرت علي رضي الله عنه به ان جي تائيد فرمائي ته جيڪي حضرت عثمان چيو آهي، آئون به اهو ئي چوان ٿو“ پوءِ ساري مسلم امت ان قراءَت تي متفق ٿي وئي ۽ سڀئي يڪ زبان ٿي چوڻ لڳا: الله جو قسم، الله وحده لاشريڪ لهٗ جيڪي ڪجهه فرمايو، اهو ئي علي جي زبان مان نڪتو ۽ جيڪو علي جي زبان مان نڪتو اهو ئي الله تعالىٰ فرمايو آهي.

ان واقعه کان بعد حضرت عثمان رضي الله عنه، حضرت عبدالله بن مسعود کي لکي موڪليو: جيڪي اسان چئون ٿا تون ان کي غلط سمجهين ٿو ۽ پنهنجي

قياس کي صحيح سمجهين ٿو. ياد رک، قرآن ڪتاب واحد آهي جيڪو ذات واحد طرفان نازل ٿيو آهي اسان سڀني انصارن ۽ مهاجرن ان کي رسول الله صلی الله عليہ وسلم جي زبان مبارڪ مان ٻُڌو آهي ۽ مون واري چوڻ تي سڀني صحابہ سڳورن جو اتفاق آهي ۽ سڀني شهرن ۾ صحيح صحيفا تلاوت ڪيا وڃن ٿا. سڀني جو ان تي قرار ۽ قيام آهي. تنهنڪري هاڻي ان کان بعد هرگز ڪوبہ قياس نہ ٿيڻ گهرجي."

حضرت عبدالله بن مسعود کي جڏهن حضرت عثمان رضي الله عنہ جو مٿيون حُڪم نامہ مليو تہ ماڻهن کي گڏ ڪري هي چيائين: "ياد رکو، الله تعالیٰ امت محمديہ کي گمراهي تي گڏ نہ ڪندو جيڪڏهن گُمراهي پکڙيل آهي تہ علماءِ حق نہ هجڻ ڪري پکڙيل آهي مهاجر ۽ انصار صحابہ ڪرام جنهن ڳالهہ کي اجتماعي طور حق سمجهن ٿا، اهو ئي حق آهي ۽ توهان ان حق تي مجتمع ۽ قائم رهو" ان کان بعد اهڙو خط حضرت عثمان رضي الله عنہ ڏانهن لکي موڪليائين ۽ مدينہ شريف واپس اچڻ جي اجازت گهريائين.

اهڙي طرح حضرت عبدالله بن مسعود ۽ سندس ساٿين جو قرآن مجيد جي قراءت جي اختلاف بابت رجوع ٿيڻ، تمام امت جي اجتماعي فيصلي ڏانهن

رجوع ڪرڻ حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنہ جي ڪارنامن مان هڪ عظيم ڪارنامو آهي، جنهن سبب امت مسلمہ قيامت تائين قرآن مجيد جي متفقہ قراءت تي مجتمع ۽ قائم آهي.

حضرت عثمان رضي الله عنہ جو قرآن مجيد سان محبت جو هي عالم هيو جو پاڻ آخري وقت جڏهن دشمنن جي گهيري ۾ هيا ۽ قاتل تيغ بڪف سامهون بيٺا هيا تہ بہ پاڻ قرآن مجيد جي تلاوت ۾ مصروف هيا.

خالص مذهبي خدمتن جي سلسلي ۾ حضرت عثمان رضي الله عنہ جو روشن ترين ڪارنامو "جمع وتدوين قرآن" آهي، جو پاڻ امت مسلمہ کي هڪ وڏي فتنہ کان بچائڻ لاءِ اهو قدم کنيائون. ظاهر آهي اهو قدم نہ کڻن ها تہ اڄ قرآن مجيد بابت مسلمانن جو اهو ئي حال هجي ها جيڪو توراة، انجيل ۽ ٻين آسماني صحيفن بابت ٻين مذهب وارن ماڻهن جو آهي تدوين ۽ اشاعت قرآن سيني کان اهم ترين ڪارنامو آهي اڄ جن هزارن مسلمانن جا سينا قرآن مجيد جي روشنيءِ سان منور آهن، انهن جي دلين ۾ حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنہ جي لاءِ بي انتها محبت آهي ان جي ڪري جو سندن تمام سنهري ڪارناما هڪ طرف ۽ مذهبي خدمات جي سلسلي ۾ تدوين ۽ اشاعت

قرآن وارو ڪارنامو هڪ طرف اهو هڪ ڪارنامو، باقي سڀني ڪارنامن کان وزني آهي حضرت عثمان رضي الله عنہ جڏهن تہ پاڻ ڪاتبِ وحي هيا ان ڪري قرآن مجيد جي تدوين جيڪا سندن نگرانيء ۾ ٿي، مسلَّم مڃي وڃي ٿي.

اهڙي عظيم هستي جنهن قرآن مجيد جي هڪ متفقہ قراءت تي ساري امت کي مجتمع ڪيو افسوس! ان جي ان عظيم ڪارنامي کي عيب جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو الله تعالىٰ شال تعصب کان بچائي تعصب اهڙو بڇڙو مرض اهي جيڪو حق ٻڌڻ، حق چوڻ ۽ حق سمجهڻ کان روڪيندو آهي.

حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ جهڙي عظيم انسان سان بہ متعصب انسان ئي اهڙو سلوڪ ڪندا آهن، مگر اها سندن بدقسمتي چئبي جو حضرت عثمان رضي الله عنہ لاءِ تہ حضور اڪرم صلى الله عليہ وسلم جن جنتي هجڻ جي خوشخبري ٻڌائي آهي.

حضرت ابو موسىٰ اشعري کان هڪ روايت آهي تہ، هڪ ڀيري حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم هڪ باغ ۾ کوهہ جي پڳ (ڪناري) تي ويٺا هيا تہ صديق اڪبر رضي الله عنہ آيو، جن کي حضور جن جنت جي خوشخبري ٻڌائي، اهي جنت جي خوشخبري ٻڌي کوهہ جي پڳ تي ويهي رهيا، پوءِ

حضرت عمر رضي الله عنہ آيو اهو بہ جنت جي خوشخبري ٻڌي کوهہ جي پڳ تي ويهي رهيو. اينتري ۾ حضرت عثمان رضي الله عنہ آيو. حضور اکرم صلی الله عليہ وسلم جن ان کي بہ جنت جي بشارت ڏني. ليکن حضرت عثمان کوهہ جي پڳ تي جاءِ نہ هجڻ ڪري، پري ٿي سامهون ويٺو" حضرت ابو موسیٰ فرمائي ٿو:

مون ان جو مطلب هي سمجهيو تہ رسول الله صلی الله عليہ وسلم حضرت ابو بکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق جون مزارون گڏ ٿينديون ۽ حضرت عثمان جي مزار جُدا ٿيندي. (مسلم شريف)

وما توفيقي الا بالله - وآخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين

وصلی الله تعالیٰ عليٰ حبيبه سيدنا محمد وآله وصحبه اجمعين.

**فقير عبدالرحيم سکندري**
مهتمم مدرسہ صبغة الهُدیٰ
شاهپور چاڪر
١٩- محرم الحرام سنہ١٤٢٤هہ
٢٣ - ٣ - ٢٠٠٣ ع

تقریظ- از حضرت مولانا قبلہ مفتی محمد ابراہیم قادری دامت برکاتہ
مہتمم مدرسہ غوثیہ رضویہ سکھر

سرکار دو عالم نورِ مجسم ﷺ کی زبان مبارک سے کئی بار جنت کی بشارت پانا، بیر رومہ کا وقف عام فرما کر جنتی چشمہ کا مالک بننا۔ غزوہ تبوک کے موقع پر عسرت و تنگ دستی کے دور میں سب سے زیادہ فیاضی فرما کر لسانِ نبوت سے دادِ تحسین حاصل کرنا اور سرکار کا اس موقع پر ان کی نذر کردہ رقم کو اچھالتے ہوئے یہ تاریخی جملہ ارشاد فرمانا "مَا عَلٰی عُثْمَانَ مَاعَمِلَ بَعْدَ الْیَوْمِ" (آج کے بعد عثمان پر کسی عمل کا مواخذہ نہیں)۔

سرکار ﷺ کی دو شہزادیوں کا یکے بعد دیگرے ان کے عقد میں آ کر ذوالنورین کا خطاب پانا۔ بیعت رضوان کے موقع پر سرکار ﷺ کا اپنے دستِ کریم کو حضرت عثمانؓ کا ہاتھ قرار دے کر انہیں شامل بیعت فرمانا۔ دنیا بھر کے مسلمانوں کو ایک مصحف پر جمع فرما کر ملت اسلامیہ کو بڑے افتراق و انتشار سے محفوظ فرمانا۔ یہ وہ مناقب جلیلہ اور اوصاف حمیدہ ہیں جن کے لئے صرف حضرت امیر المؤمنین سیدنا عثمان غنیؓ کی ذات والا کو چنا گیا ہے۔ ان اعلیٰ اوصاف کے تناظر میں کوئی مسلمان ان بیہودہ اور خودساختہ الزامات کا حضرت عثمان غنیؓ کی ذات میں موجودگی کا تصور نہیں کرسکتا جن کا ان کی ذات کو مورد ٹھہرایا گیا۔

حضرت عثمان غنیؓ کی زندگی کا یہ پہلو بڑا دردناک ہے کہ جو بے بنیاد الزامات ان پر عائد کئے جاتے ہیں ان میں بیشتر الزامات وہ ہیں جو ان کی حیات

طیبہ میں ان کے روبرو لگائے گئے اور ان کے تشفی بخش جوابات خود حضرت عثمان غنیؓ نے دیئے، چاہئے تو یہ تھا کہ سلسلہ اعتراضات ختم ہو جاتا مگر افسوس یہ سلسلہ آپ کی شہادت کے بعد بھی دورِ صحابہ کرام سے لے کر آج تک زور و شور سے جاری ہے۔
مشکوٰۃ شریف میں صحیح بخاری کے حوالہ سے حضرت عثمان غنیؓ کی بابت حضرت عبداللہ بن عمرؓ اور ایک صاحب کے درمیان مکالمہ مذکور ہے جس کا خلاصہ کچھ اس طرح ہے کہ ایامِ حج میں ایک صاحب نے حضرت عبداللہ بن عمرؓ سے حضرت عثمان غنیؓ کے بارے میں تین سوال کیے۔ پہلا سوال یہ تھا کہ کیا عثمانؓ جنگ احد میں بھاگے نہیں تھے؟ آپ نے فرمایا۔ ہاں۔ دوسرا سوال یہ کیا کہ عثمان غنیؓ جنگ بدر میں غیر حاضر نہیں تھے؟ آپ نے فرمایا۔ ہاں۔ اس کا تیسرا سوال یہ تھا کہ کیا بیعت رضوان میں وہ غائب نہیں تھے؟۔ آپ نے فرمایا۔ ہاں۔ پھر اس شخص نے یہ جان کر کہ میرے سوالات کا حضرت ابن عمرؓ نے اعتراف کیا ہے، خوش ہوا، اللہ اکبر کا نعرہ لگایا۔ حضرت عبداللہ ابن عمر نے فرمایا ان تینوں سوالوں کا جواب بھی لیتا جا۔ پھر آپ نے اس کے سوالوں کا ترتیب وار جواب دیا۔ فرمایا جہاں تک جنگ احد میں ان کے فرار کا تعلق ہے تو اللہ تعالیٰ اپنے کلام میں ان کی معافی کا اعلان فرما چکا ہے۔ (یعنی جب اللہ تعالیٰ نے معافی کا اعلان فرما دیا تو اعتراض کیسا)۔ دوسرے سوال کے جواب میں فرمایا کہ وہ جنگ بدر میں اس لئے حاضر نہیں ہو سکے تھے کہ رسول اللہ ﷺ کی صاحبزادی اور اپنی زوجہ محترمہ سیدہ رقیہؓ کی تیمارداری میں مصروف تھے جس پر سرکار ﷺ نے انہیں دو انعاموں سے نوازا، انہیں مجاہدین بدر میں شامل فرما کر ان کے لئے اجر و ثواب کا اعلان فرمایا اور انہیں غنیمت میں دوسرے مجاہدین کی طرح حصہ بھی عطا فرمایا۔ اور تیسرے سوال کے جواب میں فرمایا کہ رسول اللہ ﷺ نے حضرت عثمان کو اہلِ مکہ کی جانب اپنا سفیر اور نمائندہ

بنا کر ان کا زبردست اعزاز و اکرام فرمایا ان کے مکہ جانے کے بعد بیعت رضوان کا معاملہ پیش آیا پھر بھی رسول اللہ ﷺ نے انہیں بیعت رضوان کے خوش بخت لوگوں میں شامل فرمایا، اپنا دایاں ہاتھ بلند کر کے فرمایا یہ عثمان کا ہاتھ ہے پھر اسے اپنے دوسرے ہاتھ پر رکھ کر حضرت عثمان غنیؓ کی بیعت لی۔ حضرت ابن عمرؓ نے جوابات سے فارغ ہوکر اس معترض سے فرمایا ''اِذْهَبْ بِهَا الْآنَ'' ان جوابات کو اپنے ساتھ لیتا جا۔ یعنی ان سوالات کے ذریعے تم حضرت عثمان غنیؓ کو نیچا دکھانا چاہتے تھے مگر تم نے دیکھ لیا کہ تینوں واقعات ان کی عظمت کے چمکتے ہوئے نشانات ہیں۔ (مشکوٰۃ شریف مناقب حضرت عثمان غنی رضی اللہ تعالیٰ عنہ)۔

حضرت عثمان غنیؓ کے خلاف اس طوفان بدتمیزی کا اصل سبب یہ ہے کہ حضرت عثمان غنیؓ کے دورِ خلافت میں اسلام کا بدخواہ ایک سازشی گروہ پیدا ہو چکا تھا جس کا قائد عبداللہ بن سبا تھا۔ جس نے بڑی تیزی کے ساتھ کوفہ، بصرہ، مصر اور بعض دوسرے شہروں میں لوگوں کو اپنا ہم نوا بنایا اور سادہ لوح عوام کو اپنے دام تزویر میں پھنسا کر خلیفہ اسلام سے بدگمان کر کے ان کے خلاف ایک محاذ قائم کیا یہ بے بنیاد الزامات واتہامات اسی گروہ کے تراشے ہوئے ہیں اس سبائی گروہ کی باقیات آج بھی ان خودساختہ الزامات کو بنیاد بنا کر حضرت عثمان غنیؓ کو ہدف تنقید بنا رہے ہیں۔ اور اہلِ حق نے ہمیشہ ہر دور میں ان الزامات سے حضرت عثمان غنیؓ کی برائت ثابت کر کے ان کی پوزیشن واضح فرمائی۔ لہٰذا مناسب ہوگا کہ ان سطور میں چند ایسے الزامات کا مع جوابات کے ذکر کیا جائے جو شہرت کے ساتھ آپ کی ذات پر عائد کئے گئے ہیں۔

(۱) ...... حضرت عثمان غنیؓ نے بعض جلیل القدر صحابہ کرام کو ان کے مناصب سے معزول کر کے اپنے رشتہ داروں کو ان کی جگہ مقرر کیا۔ چنانچہ حضرت مغیرہ بن

شعبہ کو کوفہ کی گورنری سے ہٹا کر حضرت سعد بن ابی وقاص کا تقرر کیا پھر انہیں معزول کیا اور ان کی جگہ ولید بن عقبہ کو گورنر بنایا۔ اسی طرح حضرت ابوموسیٰ اشعری کو بصرہ کی گورنری سے ہٹا کر عبداللہ بن عامر کو بطور گورنر مقرر کیا۔ یونہی حضرت عمرو بن العاص کو مصر کی گورنری سے معزول کر کے عبداللہ بن ابی سرح کو اس منصب پر بٹھایا۔ ان تمام کارروائیوں کی اصل بنیاد اقربا پروری ہے کیونکہ عبداللہ بن ابی سرح، عبداللہ بن عامر، اور ولید بن عقبہ حضرت عثمان غنیؓ کے قریبی رشتہ دار تھے۔

(۲)...... بغیر کسی استحقاق کے اپنے اعزہ و اقارب کو بیت المال سے بڑی بڑی رقمیں دلائیں۔

(۳)...... حکم بن ابی العاص کو رسول اللہ ﷺ نے افشاء راز کے جرم میں طائف کی طرف جلا وطن کر دیا تھا۔ سرکار ﷺ کے وصال کے بعد شیخین نے اس سزا کو برقرار رکھا مگر حضرت عثمان غنی جب خلیفہ ہوئے تو حکم کو مدینہ طیبہ بلا لیا اور یہ اس لئے تھا کہ وہ حضرت عثمان غنی کے چچا تھے۔

(۴)...... باغیوں کا ایک وفد جو مصر، کوفہ اور بصرہ کے لوگوں پر مشتمل تھا مدینہ طیبہ میں حضرت علی، حضرت طلحہ اور حضرت زبیر وغیرہ سے حضرت عثمان غنی کے عزل کا مطالبہ کر رہا تھا۔ جب ان بزرگوں نے انہیں ڈانٹ ڈپٹ کر واپس کر دیا تو بعد میں بصری وفد حضرت علی کے پاس آیا انہوں نے ان کی واپسی کی وجہ پوچھی تو انہوں نے بتایا کہ ہم نے ایک خط پکڑا ہے جو حضرت عثمان نے گورنر مصر کے نام لکھا ہے جس میں اسے حکم دیا گیا ہے کہ جب یہ وفد تمہارے پاس پہنچے تو اسے قتل کر دینا۔ اس خط پر حضرت عثمان کی مہر لگی ہوئی تھی جب حضرت عثمان غنی سے اس خط کی بابت سوال کیا گیا تو آپ نے لاعلمی کا اظہار کیا۔ اس لئے لوگوں

نے یہ نتیجہ نکالا کہ پھر یہ خط مروان نے لکھا ہوگا جو حضرت عثمان غنی کے چچازاد بھائی اور ان کے سیکریٹری ہیں۔ سوال یہ ہے کہ اتنی بڑی سازش پکڑی جانے کے باوجود حضرت عثمان نے مروان کو سزا کیوں نہ دی اور اس کے جرائم پر پردہ کیوں ڈالا۔

(۵)..... رسول اللہ ﷺ نے حجۃ الوداع میں منیٰ و عرفات میں نمازِ قصر ادا فرمائی اور شیخین کا عمل بھی اسی پر رہا مگر حضرت عثمان غنیؓ منیٰ و عرفات میں اتمام کرتے تھے جو سرکار ﷺ اور طریقہ شیخین کے خلاف تھا۔

ان سوالات کے اختصار کے ساتھ جوابات ملاحظہ ہوں۔ پہلے دوسرے اور پانچویں سوالات اور بہت سے دیگر سوالات کے خود حضرت عثمان غنیؓ نے جوابات دیئے جو ہدیہ قارئین کئے جاتے ہیں۔ چنانچہ تاریخ اسلام مؤلف مولانا اکبر شاہ نجیب آبادی میں ہے۔ ایک شخص نے اٹھ کر سوال کیا کہ آپ اپنے رشتہ داروں کو ناجائز طور پر مال دیتے ہیں مثلاً عبداللہ بن سعد کو آپ نے تمام مالِ غنیمت بخش دیا حضرت عثمان غنی نے جواب دیا میں نے اس کو مالِ غنیمت کے خمس میں صرف پانچواں حصہ دیا ہے مجھ سے پہلے خلافت صدیقی، فاروقی میں بھی اس کی مثالیں موجود ہیں۔

اس کے بعد ایک اور شخص اٹھا اس نے کہا تم نے اپنے عزیز و اقارب کو امارتیں اور حکومتیں دے رکھی ہیں۔ مثلاً معاویہ بن سفیان جن کو تمام ملک شام پر امیر بنا رکھا ہے۔ بصرہ کی امارت سے ابوموسیٰ اشعری کو معزول کر کے ان کی جگہ عبداللہ بن عامر کو امیر بنایا۔ کوفہ کی امارت سے مغیرہ بن شعبہ کو جدا کر کے ولید بن عقبہ کو اور اس کے بعد سعید بن العاص کو امیر بنایا۔

یہ سن کر حضرت عثمان نے فرمایا کہ جن لوگوں کو میں نے امارتیں دے رکھی ہیں وہ سارے میرے اقارب نہیں اور وہ اپنے عہدوں کے کام کو بحسن و خوبی

انجام دینے کی قابلیت رکھتے ہیں اگر وہ آپ کی رائے کے مطابق امارت کے قابل نہیں ہیں اور مجھ پر ان کی بے جا رعایت کا الزام عائد ہوتا ہے تو میں ان لوگوں کی جگہ دوسروں کو مقرر کرنے کے لئے تیار ہوں۔ چنانچہ میں نے سعد بن العاص کو ان کی امارت سے الگ کر کے ابوموسیٰ اشعری کو کوفہ کا گورنر بنا دیا ہے۔

اس کے بعد ایک شخص نے کہا تم نے بلا استحقاق اور نا قابل رشتہ داروں کو امارتیں دیں جو ان امارتوں کے اہل نہ تھے مثلاً عبداللہ بن عامر ایک نوجوان شخص ہیں ان کو والی نہیں بنانا چاہئے تھا۔ حضرت عثمان نے جواب دیا کہ عبداللہ بن عامر عقل و فراست، دین داری اور قابلیت میں خاص طور پر ممتاز ہے محض نوجوان ہونا کوئی عیب کی بات نہیں ہے۔ آنحضرت ﷺ نے اسامہ بن زید کو صرف ۱۷ سال کی عمر میں کیوں امیر بنایا تھا۔

اس کے بعد ایک اور شخص اٹھا اور اس نے کہا آپ کو اپنے کنبے والوں سے بڑی محبت ہے آپ ان کو بڑے بڑے عطیات دیتے ہیں۔ حضرت عثمان غنی نے جواب دیا کہ خاندان والوں سے محبت ہونا کوئی گناہ نہیں ہے میں اگر ان کو عطیات دیتا ہوں تو بیت المال سے نہیں بلکہ اپنے ذاتی مال سے دیتا ہوں بیت المال سے تو میں نے اپنے خرچ کے لئے بھی ایک کوڑی نہیں لی۔ اپنے رشتہ داروں کے لئے بلا استحقاق کیسے لے سکتا ہوں۔ اپنے ذاتی مال کا مجھے اختیار ہے جس کو چاہوں دوں۔

اس کے بعد ایک شخص اٹھا اور اس نے کہا کہ تم نے چراگاہ کو اپنے لئے مخصوص کر لیا ہے۔ حضرت عثمان نے جواب دیا کہ میں جب خلیفہ نہ تھا تو مدینہ میں مجھ سے زیادہ نہ اونٹ کسی کے پاس تھے نہ بکریاں لیکن آج کل میرے پاس صرف دو اونٹ ہیں جو صرف حج کی سواری کے لئے رکھ لئے ہیں۔ میں ان کو چرائی پر بھی

نہیں بھیجتا۔ البتہ بیت المال کے اونٹوں کی چراگاہ مخصوص ضرور ہے اور وہ میرے زمانے میں نہیں بلکہ پہلے سے مخصوص چلی آ رہی ہے۔ اس کا مجھ پر کوئی الزام نہیں لگایا جا سکتا۔

پھر ایک شخص نے کہا کہ تم بتاؤ کہ تم نے منیٰ میں پوری نماز کیوں پڑھی حالانکہ قصر کرنی چاہئے تھی۔ حضرت عثمان نے جواب دیا کہ میرے اہل و عیال مکہ میں مقیم تھے لہٰذا میرے لئے نماز قصر نہ کرنا جائز تھا۔ (تاریخِ اسلام جلد اول ص ۳۴۱)

گورنروں کے عزل و نصب کے سلسلے میں یہ بات ذہن نشین ہونی چاہئے کہ تقرری امر برخاستگی کا سلسلہ حضرت عثمان غنیؓ کے دورِ خلافت کے ساتھ مخصوص نہیں۔ شیخین کریمینؓ کے دور میں بھی جہاں عزل و نصب کی ضرورت محسوس کی گئی، عزل و نصب کیا گیا۔ چنانچہ حضرت عمر نے حضرت ابوموسیٰ اشعری کو بصرہ کی گورنری سے علیحدہ کیا اسی طرح حضرت سعد بن ابی وقاص کو بھی بصرہ کی گورنری سے حضرت عمر نے معزول فرمایا تھا اور حضرت خالد بن ولید کی کمانڈر انچیف کی حیثیت سے برخاستگی مشہور و معروف ہے جس طرح حضرت عمر نے بعض حالات کے تحت بعض جلیل الشان صحابہ کو ان کے عہدوں سے الگ کیا اسی طرح حضرت عثمان غنیؓ نے جن حضرات کو ان کے عہدوں سے الگ کیا اس کے معقول اسباب و وجوہ تھے اور جن حضرات کا تقرر فرمایا وہ باصلاحیت لوگ تھے ان میں ایسے لوگ بھی تھے جو زمانہ سرکار، عہد شیخین میں کسی عہدہ پر فائز رہے تھے مثلاً ولید بن عقبہ فتح مکہ کے روز مسلمان ہوئے پھر انہیں سرکار ﷺ نے بنو مصطلق کے صدقات کا عامل مقرر فرمایا۔ اور حضرت عمر نے انہیں عرب الجزیرہ کا عامل بنایا۔ اسی طرح عبداللہ بن ابی سرح فاتح افریقہ اور عبداللہ بن عامر فاتح ایران و خراسان ہیں۔

حضرت عثمان غنی کی مردم شناس نگاہوں نے جن عظیم افراد کا انتخاب فرمایا وہ رشتہ داری کی بناء پر نہیں، بلکہ خداداد صلاحیتوں کی بناء پر چنے گئے اور وہ مستقبل میں قوم کے ہیرو بنے جن کے کارناموں پر اسلام واہلِ اسلام کو ناز ہے۔

جہاں تک تیسرے سوال کا تعلق ہے کہ حضرت عثمان غنی نے حکم بن ابی العاص کو طائف سے مدینہ طیبہ بلالیا۔ حضرت عثمان غنیؓ نے ان کی واپسی کی وجہ خود بیان فرمائی کہ میں نے حکم بن ابی العاص کے بارے میں سرکار ﷺ سے سفارش کی جسے حضور ﷺ نے قبول فرماتے ہوئے ان کی واپسی کا مجھ سے وعدہ فرمایا۔ چنانچہ اسد الغابہ فی معرفۃ الصحابہ جلد دوم ص ۵۳ مطبوعہ المکتبۃ اسلامیہ تہران میں ہے "فلما ولیٰ عثمانؓ الخلافة رده و قال كنت قد شفعت فيه الىٰ رسول الله ﷺ فوعدني برده و توفى فى خلافة عثمان"۔ ترجمہ: پھر جب حضرت عثمان خلیفہ ہوئے تو آپ نے حکم بن ابی العاص کو مدینہ طیبہ میں بلالیا اور فرمایا کہ میں نے ان کے بارے میں رسول اللہ ﷺ سے سفارش کی تھی تو سرکار ﷺ نے مجھ سے ان کی واپسی کا وعدہ فرمایا تھا۔

اور چوتھے سوال کا جواب یہ ہے کہ یہ خط نہ حضرت عثمان غنی نے لکھا اور نہ اس کا حکم دیا اور نہ یہ آپ کی مہر تھی اور نہ ہی اس میں مروان ملوث تھا بلکہ یہ عبداللہ بن سبا کی جماعت کی سازش تھی جنہوں نے حضرت عثمان غنیؓ کو شہید کیا۔ اس جماعت نے صرف حضرت عثمان غنیؓ کے نام سے جعلی خط نہیں لکھا بلکہ حضرت علی، حضرت طلحہ، حضرت زبیر کے نام سے مختلف شہروں کے عوام کو جعلی خطوط لکھے گئے جن میں ان سے کہا گیا کہ تم لوگ مدینہ طیبہ میں جمع ہوکر حضرت عثمان غنی سے معزول ہونے کا مطالبہ کرو۔ چنانچہ علامہ حافظ ابن کثیر البدایہ والنہایۃ ج ۷ ص ۱۷۵ میں اس خط کے بارے میں حضرت عثمان کے تاثرات ان الفاظ میں تحریر

فرماتے ہیں۔ ''فواللہ لا کتبت ولا املیت ولا دریت بشی ءمن ذالک والخاتم قد یزور علی خاتم''۔ ترجمہ: بخدا میں نے یہ خط لکھا نہ لکھوایا نہ اس کے بارے میں کچھ علم ہے اور انگوٹھی، انگوٹھی کے مطابق جعلی بنائی جا سکتی ہے۔

چند سطر بعد حافظ ابن کثیر، ابن جریر کے حوالے سے لکھتے ہیں: ان الصحابة کتبو الی الآفاق من المدینة یامرون الناس بالقدوم علی عثمان لیقاتلو. وهذا کذب علی الصحابة۔ و انما کتبت کتب مزورة علیهم کما کتبوا من جهة علیٰ و طلحة والزبیر الی الخوارج کتبا مزورة علیهم انکروها وهکذا زور هذا الکتاب علی عثمان۔ ترجمہ: صحابہ کرام نے صحابہ کرام نے مدینہ طیبہ سے باہر رہنے والوں کو خطوط لکھے جس میں انہیں مدینہ طیبہ میں آ کر حضرت عثمان سے لڑائی کرنے کو کہا گیا تھا اور یہ صحابہ کرام پر جھوٹا الزام ہے۔ ان بزرگوں کی طرف سے جھوٹے خطوط لکھے گئے جیسے علیٰ وطلحہ وزبیرؓ کی طرف سے جھوٹے خطوط لکھے گئے جس کا انہوں نے انکار کیا۔ اسی طرح حضرت عثمان غنیؓ کی طرف سے یہ جھوٹا خط لکھا گیا۔

## معاملات صحابہ کرام میں راہ عافیت

حضرت عثمان غنیؓ پر اعداء دین کی طرف سے لگائے گئے الزامات واتہامات کی ایک طویل فہرست ہے جن میں سے چند ایسے مطاعن جنہیں بہت زیادہ اچھالا جاتا ہے، انتخاب کیا گیا اور پھر اختصار کے ساتھ ان کا جواب دیا گیا حق کے متلاشی کے لیے یہ چند سطور کافی وشافی ہیں۔ مگر اس کے ساتھ ساتھ اس حقیقت کو فراموش نہیں کرنا چاہئے کہ صحابہ کرام خصوصًا خلفاء راشدین علیہم الرضوان کی عدالت ایک مسلّم امر ہے۔ اور اپنی زبانوں کو ان کے حق میں برائی سے روکنا عقائد اہلِ سنت

میں شامل ہے۔ شرح عقائد میں ہے و یکف عن ذکر الصحابۃ الا بخیر یعنی ذکر صحابہ سے زبان کو روکا جائے مگر بھلائی کے ساتھ۔ اور یہ حقیقت بھی ملحوظ رکھنی چاہئے کہ قرآن کریم ان کی عظمتوں کی گواہی دے رہا ہے اور احادیث ان کے فضائل و مناقب سے مالا مال ہے۔

یہ آیات ہمارے پیشِ نظر رہنی چاہئیں۔

☆ ...... یَدُ اللّٰہِ فَوْقَ اَیْدِیْھِمْ۔ ان کے ہاتھوں پر اللہ کا ہاتھ ہے۔

☆ ...... رَضِیَ اللّٰہُ عَنْھُمْ وَ رَضُوْا عَنْہُ۔ اللہ ان سے راضی اور وہ اللہ سے راضی ہیں۔

☆ ...... کُلًّا وَّعَدَ اللّٰہُ الْحُسْنیٰ۔ سب صحابہ سے اللہ تعالیٰ نے بھلائی (جنت) کا وعدہ فرمالیا ہے۔ اور یہ احادیث بھی ہمارے ذہن نشین رہنی چاہئیں۔

☆ ...... لَایَمَسُّ النَّارُ مُسْلِمًا رَّاٰنِی۔ جس مسلمان نے میرا دیدار کیا اسے آگ نہیں چھوئے گی۔

☆ ...... اَکْرِمُوْا اَصْحَابِیْ فَاِنَّھُمْ خِیَارُکُمْ۔ میرے سارے صحابہ کی عزت کرو کیونکہ وہ تم سب میں بہتر ہیں۔

☆ ...... لَاتَسُبُّوْا اَصْحَابِیْ۔ میرے صحابہ کو گالی نہ دو۔

☆ ...... اَللّٰہَ اَللّٰہَ فِیْ اَصْحَابِیْ لَاتَتَّخِذُوْھُمْ غَرَضًا۔ میرے صحابہ کے معاملے میں اللہ سے ڈرو۔ انہیں طعن کا نشانہ نہ بناؤ۔

☆ ...... مَنْ سَبَّ اَصْحَابِیْ فَعَلَیْہِ لَعْنَۃُ اللّٰہِ۔ جو میرے صحابہ کو گالی دے اس پر اللہ کی لعنت ہے۔

☆ ...... اِذَا رَأَیْتُمُ الَّذِیْنَ یَسُبُّوْنَ اَصْحَابِیْ فَقُوْلُوْا لَعْنَۃُ اللّٰہِ عَلیٰ شَرِّکُمْ۔ جب تم ایسے لوگوں کو دیکھو جو میرے صحابہ کو گالیاں دیتے ہیں تو کہو

تمہارے شر پر اللہ کی لعنت ہو۔

☆ ...... خصوصاً حضرت عثمانؓ کے حق میں دربار رسالت سے جاری ہونے والا پروانہ بشارت کبھی لوح قلب سے محو نہ ہو۔ "مَا عَلٰی عُثْمَانَ مَا عَمِلَ بَعْدَ الْیَوْمِ" آج کے بعد عثمان پر کسی عمل کا مواخذہ نہیں۔

☆ ...... اور یہ بات بھی ہر دم ملحوظ ہو کہ وہ ان دس خوش بختوں میں شامل ہیں جنہیں ان کی زندگی میں لسانِ نبوت سے نوید جنت ملی۔

ان نصوص کے مقابلہ میں ان تاریخی کتب کی کیا حیثیت ہے جو ضعاف در کنار موضوعات سے بھری پڑی ہیں۔ جب تک احادیث موضوعات سے محفوظ نہ رہ سکیں تو کتب تاریخ کا کیا ٹھکانہ۔ لہٰذا راہِ احتیاط قرآن وسنت کو اپنانے میں ہے تاریخی موضوعات ومہملات کو عقیدے کی بنیاد نہیں بنایا جاسکتا اور نہ ہی نصوص شرعیہ کے مقابلہ میں تاریخی واقعات کو اہمیت دی جاسکتی ہے۔

اللہ تعالیٰ ملت اسلامیہ کے قلوب و اذہان میں صحابہ و اہلِ بیت کی محبت بسائے اور ان کی بارگاہ میں زبان درازی سے محفوظ فرمائے۔ آمین۔

اہلِ سنت کا ہے بیڑا پار اصحابِ حضور
نجم ہیں اور ناؤ ہے عترت رسول اللہ (صلی اللہ علیہ وسلم) کی

# جامع قرآن رضي الله تعالیٰ عنه
# ۽
# مفسر قرآن دامت برڪاته

## (1) جامع قرآن

## حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه

رسول الله صلی الله عليه وسلم جو ٽيون برحق خليفو سڳورو.

رسول الله صلی الله عليه وسلم جو نياٽو جنهن کي ملاءِ اعلیٰ مان ذي النورين.

رسول الله صلی الله عليه وسلم جي ٻن نياٽين جي گهوٽ هجڻ جو شرف مليو.

قريش جي مشهور شاخ بنو اميه جو ناميارو فرد....

جنهن جو سلسله نسب پنجين پيڙهيءَ ۾ رسولِ خدا صلی الله عليه وسلم سان ملي ٿو.

جنهن کي ڇهين هجريءَ ۾ رسولِ خدا صلی الله عليه وسلم پنهنجو سفير ڪري مڪه مڪرمه ( زاد ها الله شرفا ) موڪليو، ۽ سندن سعي و ڪوشش

سان صلح حديبيہ نالي اسلامي تاريخ جو اهم ناهہ تيو ۽ ان جي نتيجي ۾ اسلام جي تبليغ عام ٿي  كفر ۽شرڪ کي ڪا ڀاري ڌڪ لڳو ۽ ان ئي موقعي تي اسلامي تاريخ جو ٻيو اهم واقعو بيعت رضوان جي صورت ۾ پيش آيو جنهن جو ذڪر خير قرآن مجيد جي سورة فتح جي آيت ۴۸ ۾ هن نموني آيل آهي."لَقَدْ رَضِيَ اللّٰهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ" الله انهن ايمان وارن تي راضي ٿيو جيڪي وڻ هيٺان اوهان سان بيعت ڪن پيا.

ياد رهي تہ ان بابرڪت بيعت جي موقعي تي الله جي رسول صلى الله عليہ وسلم حضرت عثمان غني رضي الله عنه طرفان پنهنجو هٿ مبارڪ بيعت ۾ شامل ڪندي ان کي حضرت عثمان رضي الله عنه جو هٿ قرار ڏيندي فرمايو. "هٰذِهِ لِعُثْمَانَ" ( البخاري ڪتاب فضائل صحابہ ).

جنهن رسول الله صلى الله عليہ وسلم جي زماني ۾ قرآن مجيد جي ڪتابت جي خصوصي خدمت انجام ڏني.

جيڪو خليفہ برحق حضرت صديق اڪبر ۽ فاروق اعظم رضي الله عنهما جو معتمد عليہ مشير ٿي رهيو.

جنهن جي خلافت جي زماني ۾ اسلام ۽ اهل

اسلام کي ٻن قسمن جون ڪاميابيون حاصل ٿيون ۽ اسلامي رياستن ۾ مثالي واڌارو آيو.

اهي ملڪ جيڪي حضرت عمر رضي الله عنه جي زمانه ۾ فتح ٿيا هيا پر رومين، ايرانين ۽ يهودين جي ٽيڪ ۽ سازشن سبب باغي ٿي بيٺا هيا، پاڻ حڪمت عملي ۽ جهاد ذريعي انهن کي دوباره مطيع ۽ فرمان بردار بڻايائون، چنانچه سن ٻٽيهه هجري ۾ اسڪندريه وارن بغاوت ڪئي، آذربائيجان ۽ ارمينيه ۾ يزدجر جي تحريڪ تحت بغاوت ٿي ته مختلف مقامي اميرن هٿان انهن کي سڌي وات ونرايائون، وري جڏهن شامي سرحد ويجهو رومين ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪئي ته اسلامي لشڪر اڳتي وڌي انطاڪيه ۽ طرطوس جي وچ وارا علائقا فتح ڪرايا.

(٢) اهي ملڪ يا علائقا جيڪي حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي زماني ۾ فتح ٿيا، جهڙوڪ الجزائر، مراڪش، مشرقي افريقا، خراسان، جرجان، طبرستان، قبرس ۽ روڊس جا جزائر (ٻيٽ) فتح ٿيا ۽ سندن ئي بابرڪت زماني ۾ اسلامي رياست جون سرحدون سنڌ ۾ اندلس تائين پهتيون، ان لحاظ سان ڏٺو وڃي ته حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه جي خلافت جوزمانو سرتاپا فتح ۽ ڪاميابين جو زمانو آهي.(ص ١٠٠٦ دائره معارف اسلاميه جلد١٢)

خواجہ خواجگان حضرت محمد عبدالغفار پير منا رحمة الله عليه فرمائن ٿا.

تون من چار بر چشم برحق ولي
ابوبکر و فاروق و عثمان علي

نبي کالقمر هن کواکب ايہ چار
کيتونے نبي سائين تون جند جان نثار
حديثين دے وچ ديکھہ کر اعتبار
صحاح ستہ دے وچ ٹيوت هن هزار
مدح چون دي مرقوم هے منجلي

ترتيب شيخين کريمين رضي الله عنهما جي ذکر خير بعد امير المؤمنين حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي باري ۾ فرمائين ٿا-

اون فخر الرسل دتيان دوں دختران
اون عثمان ذي شان کوں بالعيان
جان دنيا تون رحلت دونهين کرگيان
سيوم هوندي دختر ميڏي بے گمان
مين ديوان ها فرمايا سونهڻے نبي
حيات القلوب ايندي توضيح کر
لکھيا کرکے تشريح ظاهر ظهر
روايات اسانيد هن معتبر

هے حضرات شیعہ دا مطمع نظر
هے نوربن دا اینکون عز شوهري
جنباندا تون منکر اونهان جوڙبادين
تهيا چرچا اسلام روئے زمين
خراسان بلغار بابل تے چين
تے سندھ مار پنجاب عرب فلسطين
ایہ ان چار اکھیان دي روشن دیے.

شال مالک سائين مون مسکين ۽ قارئين کي حضرت عثمان ذي شان رضي الله عنه جي حلم، حيا، علم و عطا خوف خدا ۽ تقویٰ مان کو ذرو عطا فرمائي آمين. يا رب العالمين بصدقة حبيبک الامين صلى الله عليه وآله وصحبه اجمعين.

# مفسر قرآن

حضرت علامہ الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري دامت برکاته وعمخدماته بلاشبه جامع قرآن سيدنا عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنه جي شخصيت ۾ اخلاق حميده ۽ عادات جميلہ جي جامع آهي.

حسب، نسب، حسن و جمال، مال ملکيت، علم و حلم، سخا و عطا، وسعت قلبي حکمت عملي توڙي عدل و انصاف اهي سڀ اهڙيون اعليٰ وصفون آهن جو

شاذ و نادرڪنهن ۾هڪ هنڌ نظراچن ٿيون حضرت عثمان انهن سڀني وصفن سان گڏ و گڏ الله جي آخري نبي حضرت محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جي ٻن نياڻين جا گهوٽ آهن حضرت عثمان رضي الله عنه جي اها امتيازي وصف آهي، غرض هي ته انهن مان هر وصف قابل ذڪر ۽ لائق اشاعت آهي.

الحمد لله اهل اسلام، ان جي اهميت کي محسوس ڪندي انفرادي اوصاف توڙي اجتماعي حوالي سان حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي باري ۾ عربي، فارسي، توڙي ٻين ٻولين ۾سوين ڪتاب، مقالا ۽ مضمون لکيا ۽ ڇپيا هن وقت به منهنجي اکين اڳيان سه ماهي نظرو فکر اسلام آباد جو اپريل جون ١٩٩٦ جو شمارو آهي جنهن ۾ هڪ سؤبارهن ڪتابن ۽ مقالن جي فهرست ڏنل آهي، پر ان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ڪتاب جو حوالو ڪونهي. جنهن مان اسان سنڌين جي سستي ۽ پنهنجي مذهبي اڳواڻن جي باري ۾ لکڻ پڙهڻ ۾ پوئتي رهڻ واضح آهي.

الحمد لله جامع قرآن رضي الله عنه جي باري ۾ لکيل هن ڪتاب سيرت حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه جو جامع عالم باعمل، خطيب و اديب حضرت الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب دامت برڪاته به علم ادب، شريعت ۽ طريقت جي خوب خصلتن جو

جامع آهي جنهن صحابہ ڪرام ۽ اهل بيت عظام رضي الله تعالىٰ عنهم جي سيرت و سوانح حيات جي باري ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جي ڪمي بلڪ نايابي ڏسي قلم هٿ ۾ ڪنيو ۽ ڪافي حد تائين ان علمي ڪمي کي گهٽتائيءَ کي پورو ڪيو حضرات خلفاء راشدين رضي الله تعالىٰ عنهم جي باري ۾ سيرت صديق اڪبر و سيرت فاروق رضي الله عنهما بعد هي ڪتاب ان سلسلہ جي ٽين ڪڙي آهي، ملاقات مهل مولانا موصوف ٻڌايو تہ هن سلسلہ جي چوٿين ڪڙي سيرت حضرت حيدر ڪرار رضي الله عنه بہ تيار آهي، عنقريب اهو بہ شايع ٿيندو، انشاءَ الله تعالىٰ ان کان علاوه حضرات خلفاءِ راشدين رضي الله عنهم جي مٿان جيڪي بي بنياد الزام لڳائي عوام اهل السنۃ کي گمراهہ ڪرڻ جي ناپاڪ ڪوششون ڪيون پيون وڃن مولانا صاحب جن ان موضوع تي پڻ مستقل هڪ ڪتاب لکي شايع ڪرڻ چاهين ٿا.

## هڪ گذارش.

خطيب اهل السنۃ حضرت الحاج مولانا محمد ادريس صاحب جن کي سنڌ واسي محبت وچان بلبل مدينہ جي وڻندڙ لقب سان ياد ڪن ٿا. هڪ طرف

بهترين واعظ ۽ مقرر آهن سڄو سال سنڌ بلڪ سعوديه عربيه ۾ به خطابات ذريعي تبليغي خدمت انجام ڏين ٿا ته: ٻئي طرف مسلڪ اهل السنه والجماعة جي تحريري ترجماني ڪندي قرآن مجيد جا مفسر ۽ ٻيهارو ڪن علمي، ادبي ديني ڪتابن جا مؤلف ۽ مصنف پڻ آهن نه فقط اهو پر درس و تدريس فتوىٰ ۽ شريعت مطابق فيصلن جي صورت ۾ به ديني خدمت انجام ڏيندا رهن ٿا. ۽ ساڳي وقت پنهنجي مرشد ڪامل حضرت پير سچڻ سائين دامت برڪاته جي حڪم مطابق طريقه عاليه نقشبنديه مطابق ذڪر و فڪر جي تلقين به ڪندا رهن ٿا سچ پچ ته اجوڪي دؤر ۾ هر هنڌ اهڙا عالم ۽ الله وارا اڻ لڀ آهن خاص ڪري سنڌ ۾ اهڙا سنڌي عالم ته ڳڻ ڳڻيا به نظر نٿا اچن.

اهڙي صورت ۾ اسان سنڌ واسي سُنين جي اها مذهبي ۽ اخلاقي ذمي‌داري آهي ته اهڙن عالمن جو قدر ڪريون، ٻيو نه سهي ته گهٽ ۾ گهٽ انهن جا لکيل اصلاحي ديني ڪتاب خريد ڪري پاڻ پڙهون، پنهنجي اولاد، اهلِ خانه ۽ دوست احباب کي به ان جي تلقين ڪريون جيئن اهي پنهنجي مسلڪِ حق تي استقامت سان عمل پيرا رهن ۽ ديني خدمت ڪندڙ عالمن جي به همت افزائي ٿئي.

٥:- سيدي مرشدي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پاڻ ڪتابن جي خريداري ڪندي فقيرن کي فرمائيندا هئا ته ديني ڪتاب ضرور خريد ڪري پڙهو، بعض ڪتابن جا نالاوني خريد ڪرڻ جو تاڪيد ڪندا هيا ۽ پاڻ فرمائيندا هيا هي ديني ڪتاب حساب ڪتاب واري ڏينهن اوهان جي اعمالنامي ۾ تُرندا. جيئن ته پاڻ گفتار کان وڌيڪ ڪردار جا غازي هئا، شوق محبت سان هر سال هزارين روپين جا ڪتاب خريد ڪندا هيا. لاهور ۽ ڪراچي جي سفر ۾ اڪثر ڪري هن عاجز کي روڪ رقم ڏئي ڪتابن خريد ڪرڻ لاءِ حڪم فرمائيندا هيا ۽ هيءَ عاجز سندن پسند ۽ ناپسند ذهن ۾رکي ڪتاب چونڊي خريد ڪري ايندو هيو.

ياد رکو اڄوڪي زماني ۾ کوڙ سارا اهڙا عالم واعظ ۽ پير فقير پاڻ کي سني سڏرائي ابوجهه عوام کي گمراهه ڪرڻ ۾ رذل آهن جن جو حقيقي فقيري ۽ عشق رسول الله صلى الله عليه وسلم واري عملي زندگي سان ڪو واسطو ڪونهي، خدارا انهن کان بچو وعظ ٻڌو ته پڪي سچي سني عالم باعمل جو جنهن جي ڪنهن الله جي ڪامل ولي سان نسبت هجي، تصوف ۽ فقيري کان بري پيل رسمي عالمن جو وعظ ٻڌڻ کان بهتر آهي، سني عالمن جا ڪتاب وٺي گهر ۾ پڙهو. مسجد ۾ انهن جي درس جو اهتمام ڪيو انهن جي وعظ نصيحت جون ڪيسٽون ٻڌو.

مولانا الحاج محمد ادريس صاحب جون كيسٽون به هرهنڌ دستياب آهن سيدي مرشد حضرت سجڻ سائين دامت بركاته جا خطابات ته پنهنجو مٽ پاڻ آهن رسمي پيري مريدي جي به پچر ڇڏيو انهن الله جي پيارن ٻانهن سان روح جو رشتو قائم كري بيعت كيو، جيكي عالم ۽ شريعت جا عامل آهن جن جي صحبت ۾ ويهڻ سان دين طرف رغبت پيدا ٿئي طمع لالچ كان پري خالص خدا جي رضا لاءِ دين جي خدمت كندا هجن.

صحبت صالح ترا صالح كند
صحبت طالح ترا طالح كند

وصلى الله تعالىٰ علىٰ حبيبه سيدنا محمد وآله وصحبه وسلم

**فقير حبيب الرحمن گبول طاهري.**
ايم، اي، ايم فل.
مدير ارادة المعرفة درگاهه الله آباد شريف.
٢٥ شوال ١٤٢٣هه

از فاضل نوجوان مولانا رحيم بخش ڏاهري
فاضل عربڪ، ايم - اي اسلاميات - ايم ايڊ

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
اَلْحَمْدُلِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِالْمُرْسَلِيْنَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَصْحٰبِهِ الْمُتَّقِيْنَ وَعَلٰى خُلَفَائِهِ الرَّاشِدِيْنَ الْمَهْدِيِّيْنَ وَعَلٰى اٰلِهِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ.
امابعد!

مڙئي تعريفون ان پالڻهار جي لاءِ آهن جنهن اسان ڏي پنهنجو پيارو محبوب عليه الصلٰوة والسلام هادي بنائي موڪليو ان محبوب جي طفيل اسان کي ايمان جي دولت نصيب ڪيائين ان ئي سائين جي صدقي اهل السنت والجماعت جو صحيح سچو مسلڪ، سيني صحابہ ڪرام ۽ اهل بيت عظام رضوان الله تعالىٰ عليهم اجمعين جي محبت ۽ ادب عطا فرمايائين. شال الله جل شانه ان ئي مسلڪِ حق تي قائم رکي ۽ ان تي ئي خاتمو نصيب فرمائي ۽ مسلڪ جي خدمت ڪرڻ جي توفيق عنايت فرمائي. آمين.

قبلا استاد سائين حضرت علامه مولانا مولوي محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاتهم العاليہ جن کي الله تبارڪ وتعالىٰ خضري حياتي عطا فرمائي (آمين) جو هميشہ کان ديني خدمت جو جذبو سندن رڳ رڳ ۾

سمايل رهيو آهي. پاڻ تقرير ۽ تحرير ذريعي عوام الناس جي صحيح ۽ سچي مسلڪ اهل السنت والجماعت تي هلڻ ۽ ان تي ثابت قدم رهڻ لاءِ رهنمائي ڪندا رهيا آهن. ڪين جو اسان سنڌي ۽ سني مسلڪ وارن تي عظيم احسان آهي جو پاڻ عربي فارسي ۽ ديگر مستند ڪتابن مان مواد گڏ ڪري اسان کي سولي سنڌيءَ ۾ جوڙي تيار ڪري ڏين ٿا. سندن تحرير عام رواجي ليکڪن جيان غير تحقيقي نه آهي جو فقط نالي ماتر ڪتاب ڇپجي وڃي نه جيئن ليکڪ کي مؤلف يا مصنف سڏيو وڃي. پر سائين جن جي هر ڪتاب ۾ محققانه ۽ منصفانه انداز تحرير رهيو آهي، پاڻ پنهنجي خداداد صلاحيت سان تحقيق ۽ تدقيق کان پوءِ ئي ڪو حوالو پيش ڪندا آهن ان ڪري سندن تاليف وتصنيف هر عام وخاص فرد وٽ مقبول آهي. سندن طبيعت حسد، ڪيني، تنگ نظريءِ انا پرستي کان گهڻو بالاتر آهي. ڪين وٽ الله تعالىٰ جي مهربانيءَ سان تمام وڏي لائبريري آهي جنهن ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبان ۾ هزارين ڪتاب هر موضوع تي موجود آهن. ان ڪري سندن تحرير جو هر پهلو تحقيق کان خالي نه هوندو آهي.

ڪين کي اهل بيت اطهار سان والهانه محبت آهي ان ڪري پاڻ پهريائين سيرت الحسنين رضي الله عنهما

۽ خلاصة النفحات الباهرة. في جوازالقول بالخمسۃ الطاهرة پنجتن پاڪ ۽ ٻارهن امامن رضي الله عنهم متعلق، امهات المؤمنين محبوبن جي حرمن پاڪن متعلق ۽ سيرت عائشہ صديقہ رضي الله تعالیٰ عنها جهڙا ڪتاب شايع ڪيائون. ليڪن صحابہ ڪرام جيڪي محبوب جا پيارا ۽ اسلام جا روشن ستارا آهن پاڻ انهن جا بہ غلام آهن. سندن تقرير ۽ تحرير مان صحابن سان انتهائي محبت ۽ ادب جو سڳنڌ نهايت ئي احسن نموني نمودار هوندو آهي.

ان ئي محبت جي تقاضا ۾ پهريائين شيخين ڪريمين حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنهما جي سيرت لکڻ جي سعادت حاصل ڪئي اتن ۽ هي انمول تحفو "**اوضح البيان في سيرت سيدنا عثمان رضي الله عنه**" بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. انشاءالله حضرت علي المرتضیٰ شيرِ خدا جي سيرت بہ سندن هٿان جلد ئي منظر عام تي اچي رهي آهي.

زير نظر ڪتاب جي تقريظ لکڻ لاءِ سائين جن مون کي حڪم فرمايو. مون عاجز وٽ نہ ايترو علم آهي نہ عقل نہ ايترو ڪتابي ذخيرو آهي جو ايڏي وڏي عظيم الشان هستيءَ متعلق لکي سگهان، ليڪن حضرت يوسف علیٰ نبينا وعليه الصلٰوة والسلام جي

خريدارن ۾ سُٽ آٽيندڙ ضعيف پوڙهيءَ جي محبت حضرت يوسف عليه السلام جي خريدارن ۾ شامل ٿيڻ وانگر مون به پنهنجو نالو نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي پياري صحابي ۽ نياٽي سيدنا حضرت عثمان ذوالنورين رضي الله عنه جي مداحن ۾ ڳڻائڻ خاطر چند الفاظ لکيا آهن. شال خدا تعالیٰ قبول فرمائي ۽ ان جي صدقي مون گنهگار جي آخرت موچاري بنائي، آمين.

نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جا سيئي اصحابي شان وارا آهن هر ڪنهن جون انفرادي فضيلتون به آيون آهن ۽ اجتماعي فضائل پڻ قرآن و حديث ۾ موجود آهن ليڪن سيدنا حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنه دنيا جو اهو واحد شخص آهي جنهن کي هڪڙي فضيلت اهڙي آهي جيڪا دنيا جي ڪنهن ٻئي شخص کي نه حاصل آهي، نه ٿيندي اها آهي الله جي پيغمبر نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي ٻن پيارين نياڻين جو سندن نڪاح ۾ اچڻ. ان شرف سان ڪوبه سرفراز نه آهي. باقي فضائل ته ڪيترائي آهن، جيڪي توهان ڪتاب ۾ اندر پڙهندؤ اها فضيلت به ڪتاب ۾ سائين جن تحرير فرمائي آهي پر منهنجي پڙهندڙن لاءِ عرض ڪئي اٿم.

جيئن مون مٿي عرض ڪيو ته سائين جن جي

تحرير تحقيقي هوندي آهي ان كري كوبہ پهلو اهڙو نہ آهي جنهن متعلق وڌيڪ لکان پر برکت حاصل ڪرڻ خاطر چند معروضات لکان ٿو.

اڪثر ڪري شيعا اصحابن سڳورن متعلق غلط نظريو رکندا آهن ۽ عام اڻ پڙهيل سنين کي بہ برغلائيندا رهندا آهن. تہ هن صحابيءَ ۾ هيءَ ڳالهہ صحيح نہ هئي، هي سندس ڪم اهل بيت جي خلاف هو. تاريخي ڪتاب ائين لکن ٿا وغيره، پوءِ ابوجهہ سني ويچارو ٻڌيو چپ ٿيو وڃي تہ شايد ائين هوندو. ليڪن منهنجا پيارا ڀائرو! ٻڌڻ کان پوءِ تحقيق جي پيماني تي ان ڳالهہ کي پرکيو تہ ڇا اها ڳالهہ قرآن يا حديث جي مخالف تہ نہ آهي جيڪڏهن مخالف آهي تہ ان کي ڪڏهن بہ تسليم نہ ڪيو. اڪثر ڪري مخالف تاريخ جا حوالا پيش ڪندا آهن. ليڪن هر مسلڪ جو اهو مجيل اصول آهي تہ جيڪڏهن تاريخ، قرآن ۽ حديث جي مخالفت ۾ اچي تہ تاريخ کي ڇڏي قرآن ۽ حديث کي سچو سمجهڻو آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪو مخالف ڳالهہ کي ناهي گهڙي پيش ڪري تہ صحابي هڪ ٻئي جا مخالف هئا. حضرت عثمان رضي الله عنه کي حضرت علي رضي الله عنه جو مخالف چوي يا ڪنهن ٻئي صحابيءَ لاءِ غلط نظريو پيش ڪري تہ اسان کي قرآن ڪريم کي ڏسڻو آهي تہ قرآن ڪريم

صحابن منتعلق چا ٿو فرمائي.

قرآن ۾ ته واضح دليل آهي.

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗٓ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرَاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانًا سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ ذٰلِكَ مَثَلُهُمْ فِى التَّوْرٰاةِ وَمَثَلُهُمْ فِى الْاِنْجِيْلِ كَزَرْعٍ اَخْرَجَ شَطْاَهٗ فَاٰزَرَهٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِهٖ يُعْجِبُ الزُّرَّاعَ لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ مِنْهُمْ مَّغْفِرَةً وَّاَجْرًا عَظِيْمًا (١)

ترجمو: محمد (ڪريم صلى الله عليه وسلم) الله تعالىٰ جو رسول آهي ان جا ساٿي (صحابي) ڪافرن لاءِ سخت ۽ پاڻ ۾ رحم ڪندڙ (نرم) آهن. توهان انهن کي رڪوع ۽ سجدي ۾ الله جي رضا تلاش ڪندي لهندؤ. انهن جي پيشانين تي سجدي جا نشان نمايان آهن. اهو مثال انهن جو توراة ۽ انجيل ۾ آهي.

انهن جو مثال هڪ پوک وانگر آهي جو ان پنهنجا گونچ ڪڍيا، پوءِ پنهنجي ڏانديءَ تي بيٺي. هاڻي اها پوک ڪندڙن کي خوش ڪري ٿي تانجو ان سان ڪافرن کي ڪاوڙائي. الله تعاليٰ انهن (صحابن) سان جن ايمان آندو ۽ نيڪ ڪم ڪيا، مغفرت ۽ وڏي اجر جو وعدو فرمايو آهي.

قرآن ڪريم فرمائي ٿو ته محبوب جا صحابي ڪافرن تي سختي ڪندڙ ليڪن پاڻ ۾ ڪير ڪند هئا هڪ ٻئي تي رحم ڪندڙ هئا، الله انهن سان مغفرت ۽ اجر عظيم جو وعدو ڪيو آهي.

رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" تي نظر ڪريو.

توهان ئي انصاف ڪريو ته توهان قرآن الله جي ڪلام تي ايمان آندو آهي يا مؤرخ جي لکيل ڪوڙي داستان تي جنهن لاءِ مشهور آهي ته:

اَلْمُؤَرِخُ كَحَاطِبٍ بِاللَّيْلِ.

يعني تاريخ لکندڙ جو مثال رات جو ڪانيون گڏ ڪندڙ وانگر آهي جيڪو اونده ۾ هٿوراڙيون ڏئي سڪيون سايون ملائي ڪٽي ڀري ٿاهيندو. اهڙي طرح مؤرخ به ڪچيون پڪيون روايتون گڏ ڪندا آهن. ڇا ڪوبه مؤرخ (جيڪي واقعا لکيا اٿس) انهن واقعن وقت پاڻ سرزمين تي موجود هو؟ جيڪڏهن نه هو ته پوءِ سندس ڳالهه ڪيتري قدر صحيح هوندي. اسلامي

نڪتهءُ نگاهہ سان جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن واقعي تي موجود نہ آهي ۽ ان متعلق هو شاهدي ڏئي تہ سندس شاهدي قابل قبول نہ آهي.

ان ڪري تاريخ جا اهي واقعا جيڪي قرآن ۽ حديث سان موافق آهن انهن کي صحيح سمجهيو ويندو جيڪڏهن معارضت ۽ مخالفت ۾ آهن تہ انهن کي ڪوڙو سمجهيو ويندو. جيئن امام نووي شرح مسلم ۾ فرمائي ٿو:

وَلَسْنَا نَقَعُ بِالْعَصْمَةِ اِلاَّ لِلنَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَلِمَنْ شَهِدَ لَهُ بِهَا لٰكِنَّا مَأْمُوْرُوْنَ بِحُسْنِ الظَّنِّ بِالصَّحَابَةِ رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ اَجْمَعِيْنَ وَنَفِي كُلِّ رَذِيْلَةٍ عَنْهُمْ وَاِذَا اِنْسَدَّتْ طُرُقُ تَأْوِيلِهَا نَسَبْنَا الْكِذْبَ اِلٰى رُوَّاتِهَا. اڳتي ٻئي هنڌ فرمائي ٿو : قَالَ الْعُلَمَآءُ الْاَحَادِيْثُ الْوَرْدَةُ الَّتِيْ فِيْ ظَاهِرِهَا دَخَلٌ عَلٰى صَحَابِيٍّ يَجِبُ تَأْوِيْلُهَا قَالُوْا وَلاَ يَقَعُ فِي رِوَايَاتِ الثِّقَّاتِ اِلاَّ مَا يُمْكِنُ تَأْوِيْلُهٗ (١) .

مقصد تہ اهل سنت وٽ صحابن جي متعلق سهڻو گمان رکڻ ۽ هر رذيل ڳالهہ جي نفي ڪرڻ ضروري آهي، جيڪڏهن ڪنهن روايت ۾ ڪا ڳالهہ صحابہ ڪرام جي شانِ رفيع جي خلاف اچي تہ ان روايت جو تاويل ضروري آهي، جيڪڏهن تاويل جي صورت نہ

(١) شرح مسلم للامام نووي ص ٢٧٨ ج ٢ .

ملي تہ انجو مطلب هي سمجهبو تہ راويء غلط بيان کيو آهي صحابي جو شان هر نامناسب ڳالهہ کان بلند ۽ بالا آهي. نيز امام نووي رحمة الله عليه فرمايو آهي تہ: قَالُوْا وَلاَ اِلْتِفَاتَ اِلٰى مَا قَالَهٗ مَنْ لاَّ تَحْقِيْقَ لَهٗ مِنْ اَهْلِ التَّارِيْخِ فِيْ اِضَافَةِ بَعْضِ الْعَاهَاتِ اِلٰى بَعْضِهِمْ بَلْ نَزَّهَهُمُ اللهُ تَعَالٰى مِنْ كُلِّ عَيْبٍ وَّكُلِّ مَا يَغُضُّ الْعُيُوْنَ اَوْ يُنَفِّرُ الْقُلُوْبَ (١). مقصد تہ تاريخي واقعات بي سروپا آهن انهن تي ڪوبہ اعتماد نہ آهي انهن واقعن ۾ جيڪڏهن ڪا واهيات ڳالهہ ذي شان هستيءَ ڏانهن منسوب ٿيل آهي تہ ڪوڙي ۽ غلط آهي الله تعالیٰ پنهنجي پيارن کي هر نقص ۽ عيب کان پاڪ بنايو آهي.

ڪافي تاريخي واقعات قرآن وحديث جي موافق آهن. ليڪن مخالفن جي نظر انهن طرف نہ وبندي آهي هميشہ عناد جي عينڪ پائي صحابن جي خلاف ضعيف روايتون ڳولڻ ۾ مشغول نظر ايندا آهن. توهان پاڻ سوچيو تہ اسان کي اسلام صحابن جي توسط سان مليو، قرآن ۽ حديث انهن جي واسطي سان ميسر ٿيا جيڪڏهن انهن جي ذات کي ئي غلط چونداسين تہ پوءِ قرآن ۽ حديث تي ڪهڙو ايمان ڇٽبو؟ صحابن مان خامي ڪڍڻ تہ غير مسلم، اسلام دشمن يهودين ۽ عيسائين جو ڪم آهي جو اهي چاهين ٿا تہ ڪنهن بہ نموني

(١) شرح مسلم للامام نووي ص ٢٦٧ ج٢.

اسلام جي لاءِ مخالفت ۽ نفرت پيدا ڪجي ۽ انهن اهوئي واحد رستو ڳوليو آهي ته جڏهن اسلام جا پهچائيندڙ ئي غلط هوندا ته اسلام ڪهڙو صحيح هوندو؟ ليڪن ايتري مخالفت هوندي به صحابن جي سيرت متعلق ڪانئن تعريفي ڪلمات لکيل آهن جيڪي حضرت عمر رضي الله عنه جي سيرت ۾ پڙهي ڏسو.

پر ڪو مسلمان سڏائي ۽ اسلامي عمارت اڏيندڙن کي غلط سڏي ته ان جي عقل ۽ ايمان تي افسوس آهي.

منهنجا پيارا ڀائرو! مون تنقيد نه پر اصلاح لاءِ چند ڪلما لکيا آهن توهان منصفانه نگاهه سان فڪر ڪيو ته اسان کي واقعي قرآن و حديث مطابق صحابن لاءِ ڪهڙو عقيدو رکڻ گهرجي. قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي:

"رَضِيَ اللّٰهُ عَنۡهُمۡ وَرَضُوۡا عَنۡهُ" (١)

يعني الله انهن (صحابن) کان راضي آهي ۽ اهي الله کان راضي آهن.

حديث شريف ۾ صحابن متعلق غلط گمان رکڻ کان محبوبن سختي سان منع فرمايو آهي، سندن فرمان آهي: "اِذَا ذُكِرَ اَصۡحَابِيۡ فَاَمۡسِكُوۡا" (٢)

---

(١) سورة البينة - آيت ع٨ (٢) شرح فقه اڪبر للملا علي قاري رحمة الله عليه ص ٥٨

جڏهن منهنجي اصحابن جو ذڪر ڪيو وڃي ته چپ رهو پنهنجي زبان کي غلط بياني کان بند رکو. سندن بيو فرمان آهي: ”لَوْ اَنْفَقَ اَحَدُكُمْ مِثْلَ اُحُدٍ ذَهَبًا مَابَلَغَ مُدَّ اَحَدِهِمْ وَلَا نِصْفَهٗ“ (١) يعني اوهان مان ڪو احد جبل جيترو سون خرچ ڪري تڏهن به صحابن جي هڪ سير يا ان جي اڌ جي برابر به نه ٿي سگهندو. ان مان اندازو لڳايو ته جيڪو صحابي سير يا اڌ خرچ ڪري ان جو ايڏو شان آهي ته پوءِ سيدنا حضرت عثمان غني رضي الله عنه جنهن پنهنجي ملڪيت راه خدا ۾ لٽائي ڇڏي ان جو ڪيڏو نه وڏو مرتبو ۽ مانُ هوندو.

حضرت عثمان رضي الله عنه متعلق ڪافي جاين تي قرآن ڪريم ۾ واضح فضائل موجود آهن انهن مان هڪ جاءِ هيءَ به آهي ته جڏهن سيدنا حضرت عثمان رضي الله عنه متعلق شهيد ٿيڻ جو افواه محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ٻڌو ۽ پاڻ صحابن کان حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت جي بدلي وٺڻ لاءِ جان قربان ڪرڻ واسطي بيعت ورتائون ته الله تعالىٰ ان واقعي کي قرآن ڪريم ۾ هن طرح بيان فرمايو.

(١) تفسير منهج الصادقين ج٩ ص١٧١

"لَقَدْ رَضِيَ اللهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ فَعَلِمَ مَا فِيْ قُلُوْبِهِمْ فَاَنْزَلَ السَّكِيْنَةَ عَلَيْهِمْ" (١)

ترجمو:- بيشڪ الله تعاليٰ ايمان وارن (اصحابن) کان راضي ٿيو جنهن وقت وڻ جي هيٺان (محبوب) توسان بيعت ڪري رهيا هئا. الله انهن جي دلين ۾ جيڪو (صدق واخلاص، حسنِ نيت ۽ شوقِ شهادت) هو ان کي (بہ) ڄاتو. پوءِ الله تعاليٰ انهن تي اطمينان ۽ سڪون لاٿو.

احاديث ۾ ڪيترين ئي جاين تي اميرالمؤمنين حضرت عثمان رضي الله عنه جا فضائل موجود آهن. جن مان ڪجهہ هن ڪتاب ۾ آندا ويا آهن. اهڙين روايتن مان هڪ روايت جيڪا علامه ابوبڪر بن محمد علي القرضي پنهنجي ڪتاب "انيس الواعظين" ۾ ذڪر ڪئي آهي. سا هن ريت آهي.

قيامت جي ڏينهن واري بيان ۾ آيل آهي تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن ماڻهوءَ نبين وٽان نااميد ٿي محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن وٽ شفاعت لاءِ ايندا تہ محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سجدي ۾ هليا ويندا الله تعاليٰ جو حڪم ٿيندو تہ "محبوب

(١) سورة الفتح رڪوع ٣.

اوهان سان "وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى" جو واعدو آهي. جيڪو گهرٽو اٺٽ سو گهروتوهان جنهن کي گهرو حساب لاءِ اڳ ۾ موڪليو. پاڻ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي اڳ ۾ موڪليندا. الله تعاليٰ ان کي فرمائيندو ته اسان تنهنجي عبادت کي فرشتن جي اطاعت تي فضيلت ڏيون ٿا. توکي اسان بخشي ڇڏيو جنت ۾ وڃ. پوءِ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن حضرت عمر رضي الله عنه کي حاضر ڪندا. ندا ايندي "اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا عُمَرُ!" جو حديث ۾ آهي. "اَوَّلُ مَنْ يُسَلِّمُ عَلَيْهِ الرَّبُّ عُمَرُ" (رضي الله عنه) ان کي به حڪم ٿيندو ته تو جو ڪجهه ڪيو اسان قبول ڪيو ۽ توکي بخش ڪيو. جنت ۾ داخل ٿيءُ. پوءِ حضرت علي رضي الله عنه کي پيش ڪندا. ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه. ان دعا جي برڪت سان جيڪا محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ان لاءِ گهري هئي. بغير حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندو ان دعا جو واقعو هي آهي.

ته هڪ دفعي عيد جي ڏينهن حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن وٽ فاقه جو عالم هو جڏهن پاڻ عيدگاهه ڏانهن وڃڻ لڳا ته حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها عرض ڪيو ته اوهان کي معلوم آهي ته اڄ اوهان جي ڪنهن به گهرواريءَ وٽ کائڻ لاءِ ڪجهه

نہ آهي. پاڻ مُبرڪي خوشيءَ مان فرمايائون. ”اَلْاٰنَ تَمَّتْ نِعْمَتِيْ وَالْاٰنَ اسْتَكْمَلَ فَقْرِيْ“ . (يعني هاڻي مون تي نعمت پوري ٿي ۽ هي اها گهڙي آهي جو منهنجي مسڪيني به پوري ٿي) تون غمگين نہ ٿيءُ. حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها عرض ڪيو تہ مان پاڻ تہ ان ۾ خوش آهيان مگر عادت موافق مسڪين، بيوه عورتون، ۽ يتيم ايندا انهن کان شرمندگي ٿيندي، پاڻ فرمايائون ” تہ انهن کي ۽ اسان کي خدا ڏيندو“ اهو چئي پاڻ عيدگاهہ ڏانهن تشريف وٺي ويا. جڏهن واپس آيا تہ ڏسن تہ سندن دروازي تان مسڪين ڪڇو ۽ پڪل ڪاڌو وٺيو پيا وڃن. جڏهن پاڻ گهر تشريف فرما ٿيا تہ حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله عنها عرض ڪيو ”صحابن کي سڏيو تہ اچي ڪاڌو ڪائن“ پاڻ فرمايائون تہ ”هي سڀ ڪٿان آيو؟“ بيبي صاحب عرض ڪيو تہ”حضرت عثمان رضي الله عنه ٦٠ اٺ اٽي جا ۽ ڏهہ اٺ روغن (تيل) جا ۽ سئو ٻڪريون ۽ پنج سئو دينار نقد موڪليا آهن. پاڻ فرمايائون تہ”ٻين ٻيبين کي حصو مليو آهي؟ بيبي صاحبه عرض ڪيو تہ ”انهن کي بہ حضرت عثمان رضي الله عنه ايترو ڏنو آهي“ پاڻ جوش شفقت ورحمت مان فرمايائون.

”يَا رَحْمَانُ سَهِّلِ الْحِسَابَ عَلٰى عُثْمَانَ بْنِ عَفَّانَ“

(اي الله عثمان بن عفان تي حساب آسان ڪر)

حضرت جبرئيل عليه السلام حاضرِ خدمت ٿي ڪري عرض ڪيو ته "يارسول الله! الله تعالىٰ اوهان جي دعا حضرت عثمان رضي الله عنهجي باري ۾ قبول فرمائي ۽ ان ڪان قيامت جي ڏينهن بالڪل حساب نه ٿيندو" (١)

حضرت عثمان رضي الله عنه جي حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ۽ حضرت علي رضي الله عنه سان قرابت وارو رشتو مختصر نموني هن طرح آهي.




(١) انيس الوعظين - اردو ترجمو جليس ناصحين صـ ٩١٩

مذڪوره سلسلي مان واضح ٿئي ٿو ته پاڻ نه رڳو صحابي هجڻ جي ڪري ليڪن محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي ويجهي رشتي داري هجڻ ڪري به ڪين گهڻا پيارا هوندا هئا. ۽ اهو تعلق سندن پونير ۾ به رهيو جو حضرت علي رضي الله عنه جي پوٽين جو نڪاح حضرت عثمان رضي الله عنه جي پوٽن سان ٿيو. مقصد ته حضرت عثمان رضي الله عنه جي حضرت علي رضي الله عنه سان محبت هئي. خود شيعن جي ڪتابن ۾ اهڙيون شاهديون موجود آهن.

جيئن ڪشف الغمہ ۾ آيل ٿو. جڏهن خاتون اطهر جو نڪاح حضرت علي رضي الله عنه سان ٿيو ته سامان ۽ ضرورتن جي پوراءَ لاءِ حضرت علي رضي الله عنه پنهنجي زره چار سؤ درهم ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه کي وڪڻي ڏني ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه جنهن محبت ۽ اخلاص جو اظهار ڪيو ان کي حضرت علي رضي الله عنه خود پاڻ هن طرح بيان فرمايو.

فَلَمَّا قَبَضْتُ الدَّرَاهِمَ مِنْهُ وَقَبَضَ الدِّرعَ مِنِّيْ قَالَ فَاِنَّ الدِّرعَ هَدِيَةٌ مِّنِّيْ اِلَيْکَ فَأَخَذْتُ الدِّرعَ وَالدَّرَاهِمَ وَاَقْبَلْتُ اِلٰی رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ

وَسَلَّمَ فَطَرَحْتُ الدِّرْعَ وَالدراهمَ بَيْنَ يَدَيْهِ وَاَخْبَرْتُهُ بِمَا كَانَ مِنْ اَمْرِ عُثْمَانَ فَدعا لَهُ بخيرٍ وَقَبَضَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَبْضَةً مِّنَ الدَّرَاهِمَ وَدَعَا بِاَبِيْ بَكْرٍ وقَال يا اَبابكْرِ اِشْتَرْ بِهٰذِهِ الدَّرَاهِمِ لِابْنَتِيْ مَايَصْلَحُ لَهَا. (١)

ترجمو:- جڏهن مون درهم ورتا ۽ زره حضرت عثمان رضي الله عنه ورتي ته عثمان چيو ته هي زره منهنجي طرفان اوهان لاءِ هديو (تحفو) آهي. پوءِ مان پئسا ۽ زره کڻي حضور ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيس ۽ ڪين حضرت عثمان رضي الله عنه جي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايم ته پاڻ ڪريم صلی الله عليه وسلم جن حضرت عثمان رضي الله عنه جي حق ۾ خير جي دعا فرمايائون ۽ هڪ مٺ ڀري حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي ڏنائون ته منهنجي نياڻيءَ لاءِ وڃي مناسب سامان وٺي اچ.

شاديءَ جي امدادي سامان کان علاوه حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهم کي نڪاح جو شاهد بنائڻ پڻ ان ئي ڪتاب ۾

(١) ڪشف الغمه في معرفةالائمه جلد اول صه ٣٥٩ مطبوعة تبريز طبع جديد. شيعن جو مشهور ڪتاب.

موجود آهي.

جيئن حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته:

"اَمَرَنِي اَنْ اُزَوِّجَ فَاطِمَةَ مِنْ عَلِيٍّ فَادْعُ لِي اَبَابَكْرٍ وَعُمَرَ وَعُثْمَانَ وَعَلِيًّا وَطَلْحَةَ وَالزُّبَيْرَ وَبِعَدَدِهِمْ مِنَ الْاَنْصَارِ فَدَعَوْتُهُمْ فَلَمَّا اَخَذُوا مَجَالِسَهُمْ قَالَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ........... ثُمَّ اِنِّي اَشْهَدُ اَنِّي قَدْ زَوَّجْتُ فَاطِمَةَ مِنْ عَلِيٍّ الخ" (١)

ترجمو: الله تعالىٰ مون کي حڪم ڪيو آهي ته فاطمه (رضي الله عنها) جي شادي علي (رضي الله عنه) سان ڪيان پوءِ تون ابوبڪر، عمر، عثمان، علي، طلحة، زبير (رضي الله عنهم) ۽ انهن جيترا انصارن مان مون وٽ وٺي اچ. مان انهن کي وٺي آيس. جڏهن اهي سڀ ويٺا ته پاڻ الحمدلله سان خطبه پڙهي فرمايائون ته "توهان کي ان ڳالهه جو شاهد ٿو ڪيان ته مون فاطمه جو نڪاح علي (رضي الله عنه) سان ڪري ڇڏيو".

ان کان علاوه حضرت عثمان رضي الله عنه ۽ ٻوي روايت موجب حضرت عمر رضي الله عنه شاهد

(١) ڪشف الغمه ص ١٠٣

فارس جون ٻه شهزاديون حضرت امام حسن ۽ حسين رضي الله عنهما کي عطا ڪيون.

جيئن شيعن جي ڪتاب تنقيح المقال ۾ آهي.

لما افتتح خراسان اصاب ابنتين ليزد جرد ابن شهريار ملك الاعاجم فبعث بهما الیٰ عثمان بن عفان فوهب احداهما للحسن والاخریٰ للحسين. (١)

ترجمو:- جڏهن خراسان فتح ٿيو ته عجمين جي بادشاهه يزد جرد بن شهريار جون ٻه ڇوڪريون هٿ آيون انهن ٻنهي کي حضرت عثمان وٽ موڪليو ويو ته پاڻ انهن مان هڪ حضرت امام حسن رضي لله عنه کي ۽ ٻي حضرت امام حسين رضي الله عنه کي (هبه ڪري) ڏنائون.

ان مان ثابت ٿيو ته حضرت عثمان رضي الله عنه جي پنهنجن ٻين عزيزن قريبن کان وڌيڪ محبت اهل بيت سڳورن سان هئي .

پاڻ شادي غميءَ ۾ گڏ رهيا آهن.

حضرت علي رضي الله عنه جي ٻه حضرت عثمان رضي الله عنه سان بيحد محبت هوندي هئي جو جڏهن حضرت عثمان رضي الله عنه جي گهر تي باغين گهيرو ڪيو ته حضرت علي ڪرم الله وجهه پنهنجن ٻنهي

(١) تنقيح المقال في علم الرجال للشيخ عبدالله المامقاني صـ٨٠ج٣ من فضل النساء باب السين والشين- تحت شهر بانو مطبوعه تهران آخر جلد ثالث.

شهزادن حضرت امام حسن ۽ امام حسين رضي الله عنهما کي فرمايو.

اِذْهَبَا بِسَيْفِيْكُمَا حَتّٰى تَقُوْمَا عَلٰى بَابِ عُثْمَانَ فَلَا تَدَعَا اَحَدًا يَّصِلُ اِلَيْهِ. (۱)

ترجمو:- توهان ٻئي پنهنجون تلوارون کڻي (حضرت) عثمان (رضي الله عنه) جي دروازي تي بيهي رهو، ڪنهن کي به ان تائين پهچڻ نه ڏيو.

جڏهن باغين سيدنا حضرت عثمان رضي الله عنه جي گهر تي تير اڇلايا ته سيدنا حضرت امام حسن رضي الله عنه به زخمي ٿي پيو. ۽ اميرالمؤمنين سيدنا حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت جو جڏهن حضرت علي رضي الله عنه ٻڌو ته پاڻ آيا ۽ پنهنجي شهزادن کان پڇيائون:

كَيْفَ قُتِلَ اَمِيْرُالْمُؤْمِنِيْنَ وَاَنْتُمَا عَلَى الْبَابِ.

ترجمو:- توهان ٻنهي جي دروازي تي موجودگيءَ جي باوجود اميرالمؤمنين ڪيئن شهيد ٿي ويو.

وَرَفَعَ يَدَهٗ فَلَطَمَ الْحَسَنَ وَ ضَرَبَ صَدْرَالْحُسَيْنِ. (۲)

ترجمو:- ۽ هٿ کڻي حضرت امام حسن کي چماٽ هنيائين ۽ حضرت امام حسين کي سيني تي

(۱) نورالابصار للعلامہ السيد مؤمن شبلنجي رح صہ ۷۴
(۲) نورالابصار صہ ۷۴

ڌڪ هنيائين.

مذڪوره بيان مان حضرت علي رضي الله عنه جي حضرت عثمان رضي الله عنه سان محبت واضح نموني ظاهر ٿئي ٿي ۽ اهو به واضح ٿيو ته پاڻ کين اميرالمؤمنين ڪري مڃيندا هئا.

مذڪوره روايت خود شيعن جي ڪتابن ۾ به ملي ٿي جيئن نهج البلاغه ۾ آهي. وَهُوَالَّذِيْ اَمَرَالْحَسَنَ وَالْحُسَيْنَ اَنْ يُذَبَّاالنَّاسَ عَنْهُ. (١)

ترجمو:- ۽ حضرت علي حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهم کي حڪم ڪيو ته اهي باغين کي حضرت عثمان رضي الله عنه تي حملي ڪرڻ کان هٽائين.

حضرت علي رضي الله عنه جي بي هڪ محبت ڀري گفتار به ٻڌو پاڻ حضرت عثمان رضي الله عنه لاءِ فرمائن ٿا.

وَوَاللهِ مَا اَدْرِيْ مَا اَقُوْلُ لَکَ مَا اَعْرِفُ شَيْئًا تَجْهَلُهٗ وَلَا اَدُلُّکَ عَلٰى اَمْرٍ لَاتَعْرِفُهٗ اِنَّکَ لَتَعْلَمُ مَانَعْلَمُ مَاسَبَقْنَاکَ اِلٰى شَيْءٍ فَنُخْبِرُکَ عنه وَلَا خَلَوْنَا بِشَيْءٍ فَنُبَلِّغَکَهٗ وَقَدْرَاَيْتَ کَمَا رَاَيْنَا

(١) حاشيه نهج البلاغه ج١ ص٧١

وَسَمِعْتَ كَمَا سَمِعْنَا وَصَحِبْتَ رَسُوْلَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ كَمَا صَحِبْنَا وَمَاابْنُ اَبِيْ قُحَافَةَ وَلَا ابْنُ الْخَطَّابِ اَوْلٰى بِعَمَلِ الْحَقِّ مِنْكَ وَاَنْتَ اَقْرَبُ اِلٰى رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَشِيْجَةُ رِحْمٍ مِّنْهُمَا وَقَدْ نِلْتَ مِنْ صِهْرِهٖ مَالَمْ يَنَالَا الخ. (١)

ترجمو:- ۽ الله جو قسم تہ مان ننڍو ڄاڻان جو تولاءِ ڄا ڄوان، مون کي ڪا اهڙي شيءِ معلوم نہ آهي جنهن کان تون واقف نہ هجين- ۽ نہ اهڙي ڪا ڳالهہ توکي ٻڌائي سگهان ٿو جنهن جي توکي خبر نہ هجي. مان توکان ڪنهن بہ شيءِ ۾ سبقت نٿو رکان. نہ مون اڪيلائپ ۾ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن کان ڪو علم حاصل ڪيو آهي جنهن کي توتائين پهچايان. يقينًا تو رسول الله صلی الله عليہ وسلم جن کي ائين ڏٺو جيئن اسان ڏٺو. ۽ تو بہ ڪانئن ائين ٻڌو جهڙي طرح اسان ٻڌو. ۽ تو ان جي صحبت اهڙي حاصل ڪئي جهڙي طرح اسان حاصل ڪئي. ۽ ابوبڪر ۽ عمر حق تي عمل ڪرڻ ۾ توکان وڌيڪ نہ هئا. تون انهن جي بنسبت رسول الله صلی الله عليه وسلم جن سان نسبي

(١) نهج البلاغه صـ٣٤٣ ج٣ خطبه ١٦٣ مطبوعہ تهران ايران

قرابت ۾ وڌيڪ ويجهو آهين ۽ توکي رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي نياٽي هجڻ جو شرف حاصل ٿيو جيڪو انهن ٻنهي کي نہ مليو.

مذڪوره عبارت مان واضح ٿيو تہ حضرت علي رضي الله عنه جي حضرت عثمان رضي الله عنه سان محبت هئي ۽ ان کي پاڻ کان گهٽ نہ سمجهندو هو ۽ مڃيندو هو تہ حضرت عثمان رضي الله عنه حضور ڪريم صلی الله عليه وسلمجنجو نياڻوآهي مقصد تہ صحابن جي پاڻ ۾ محبت هئي، ليڪن شيعہ
پنهنجن ڪتابن ۾ لکيل ڳالهين تي ٻعمل پيرا نہ آهن. ۽ بجاء محبت جي ماڻهن ۾ صحابن لاءِ نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ ڪئين حربا استعمال ڪندا آهن. چوندا آهن تہ اسين بہ مڃون ٿا تہ صحيح هئا پر ڪجهہ ڳالهيون اعتراض جوڳيون آهن.

اهي اعتراض جيڪي مخالف اڪثر بيان ڪندا آهن انهن مان ڪجهہ هتي بيان ڪجن ٿا.

عام هي اعتراض ڪندا آهن تہ حضرت عثمان رضي الله عنه جا ڪارندا صحيح نہ هئا. جن غلط ڪم ڪيا ظلم ۽ خيانت ڪيائون اها سندن غلطي هئي جو اهڙا ماڻهو پاڻ منتخب ڪيائون. ان لاءِ عرض آهي تہ اها ڳالهہ اميرالمؤمنين جي صواب ديد تي منحصر آهي جنهن کي جنهن ڪم جو ظاهري طرح

لائق سمجهي ٿو ان کي ان ڪم تي مقرر ڪري سگهي ٿو. مخالفت واري نظر کان هٽي ڪري تاريخ جي مطالعي سان پتو پوي ٿو سيدنا عثمان رضي الله عنه جا مقرر ڪيل ڪامورا ۽ حاڪم حڪم جا تابع هئا ڪيترين فتحون سندن هٿان ٿيون.

پر جيڪڏهن شيعن جي چوڻ مطابق سندن اهم عهديدار صحيح نه هئا ته اهڙو اعتراض حضرت علي ڪرم الله وجهه جي حڪومت ۾ به ٿئي ٿو اسان جو سندن ذات پاڪ تي اعتراض نه آهي چوته اسان جو چوڻ آهي ته اميرالمؤمنين لاءِ ضروري نه هوندو آهي جو هر ماڻهوءَ جي باري ۾ ڄاڻي ته اڳتي هلي ڪو خراب ٿيندو يا چڱو ٿيندو، پر اهو پنهنجي صواب ديد مطابق ڪنهن کي به مقرر ڪري سگهي ٿو. اسان شيعن جي ڪتابن مان ثابت ڪيون ٿا ته حضرت علي به اهڙن ماڻهن کي مقرر ڪيو جيڪي خيانت ڪندڙ ٿي پيا. انهن جي خائن هجڻ جي لاءِ حضرت علي رضي الله عنه جي پنهنجي گفتار شيعن جي ڪتاب نهج البلاغه جي حوالي سان ملاحظه ڪريو.

پاڻ حڪومتي عهدي آفيسر ڏانهن خط لکيو اٿن جيڪو نهج البلاغه ۾ موجود آهي.

اَمَّا بَعْدُ فَاِنِّيْ كُنْتُ اَشْرَكْتُكَ فِيْ اَمَانَتِيْ

وَجَعَلْتُکَ شِعَارِيْ وَبِطَانَتِيْ وَلَمْ يکُنْ فِيْ اَهْلِيْ
رَجُلٌ اَوْثَقُ مِنْکَ فِيْ نَفْسِيْ لِمُوَاسَاتِيْ وَمُوَازَرَتِيْ
وَاَدَآءِ الْاَمَانَةِ اِلَيَّ فَلَمَّا رَأَيْتَ الزَّمَانَ عَلٰى اِبْنِ
عَمِّكَ قَدْ كَلِبَ وَالْعَدُوَّ قَدْ حَرِبَ وَاَمَانَةُ النَّاسِ قَدْ
خُزِيَتْ وَهٰذِهِ الْاُمَّةُ قَدْ فَتِكَتْ شَغِرَتْ وَقَلَبْتَ لِاِبْنِ
عَمِّکَ ظَهْرَالْمِجَنِّ فَفَارَقْتَهُ مَعَ الْمُفَارِقِيْنَ وَخَذَلْتَهُ مَعَ
الْخَاذِلِيْنَ وَخُنْتَهُ مَعَ الْخَآئِنِيْنَ فَلَا اِبْنَ عَمِّکَ
آسَيْتَ وَلَا الْاَمَانَةَ اَدَّيْتَ وَكَاَنَّكَ لَمْ تَكُنِ اللّٰهَ تُرِيْدُ
بِجِهَادِکَ وَکَاَنَّكَ لَمْ تَکُنْ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّکَ
وَكَاَنَّكَ اِنَّمَا كُنْتَ تَكِيْدُ هٰذِهِ الْاُمَّةَ عَنْ دُنْيَاهُمْ
وَتَنْوِيْ غِرَّتَهُمْ عَنْ فَيْئِهِمْ فَلَمَّا اَمْكَنَتْکَ الشِّدَّةُ فِيْ
خِيَانَةِ الْاُمَّةِ اَسْرَعْتَ الْكَرَّةَ وَعَاجَلْتَ الْوَثْبَةَ
وَاخْتَطَفْتَ مَاقَدَرْتَ عَلَيْهِ مِنْ اَمْوَالِهِمِ الْمَصُوْنَةِ
لِاَرَامِلِهِمْ وَاَيْتَامِهِمْ اِخْتِطَافَ الذِّئْبِ الْاَزَلِّ دَامِيَةَ
الْمِعْزَي الْكَسِيْرَةَ فَحَمَلْتَهُ اِلَى الْحِجَازِ رَحِيْبَ الصَّدْرِ

بِحَمْلِهِ غَيْرَ مُتَاَثِّمٍ مِّنْ اَخْذِهِ كَاَنَّكَ لَااَبَالَكَ حَدَرْتَ اِلٰى اَهْلِكَ تُرَاثَكَ مِنْ اَبِيْكَ وَاُمِّكَ فَسُبْحَانَ اللهِ اَوَمَا تُؤْمِنُ بِالْمَعَادِ اَوَمَا تَخَافُ مِنْ نَقَّاشِ الْحِسَابِ اَيُّهَا الْمَعْدُوْدُ كَانَ عِنْدَنَا مِنْ ذَوِى الْاَلْبَابِ كَيْفَ تَسِيْغُ طَعَامًا وَّشَرَابًا وَّاَنْتَ تَعْلَمُ اَنَّكَ تَاْكُلُ حَرَامًا وَّتَشْرَبُ حَرَامًا وَّتَبْتَاعُ الْاِمَآءَ وَتَنْكِحُ النِّسَآءَ مِنْ اَمْوَالِ الْيَتَامٰى وَالْمَسَاكِيْنِ وَالْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُجَاهِدِيْنَ الَّذِيْنَ اَفَآءَاللهُ عَلَيْهِمْ هٰذِهِ الْاَمْوَالَ وَاَحْضَرَّلَهُمْ هٰذِهِ الْبِلَادَ فَاتَّقِ اللهَ وَارْدُدْ اِلٰى هٰؤُلَآءِ الْقَوْمِ اَمْوَالَهِمْ فَاِنَّكَ اِنْ لَّمْ تَفْعَلْ ثُمَّ اَمْكَنَنِي اللهُ مِنْكَ لَاَعْذِرَنَّ اِلَى اللهِ فِيْكَ وَلَاَضْرِبَنَّكَ بِسَيْفِي الَّذِيْ مَا ضَرَبْتُ بِهٖ اَحَدًا اِلَّا دَخَلَ النَّارَ. (١)

ترجمو:- حمد ۽ ثناء کان پوءِ واضح هجي تہ مون توکي پنهنجي امانت ۾ شريڪ ڪيو. توکي پنهنجو ظاهري باطني يار(غار) بنايم. تون منهنجي اهل خانہ

(١) نهج البلاغة ص ٨٧٢ ج٥ مڪتوب ع ٤١ مطبوعہ تهران ايران

۾ منهنجي لاءِ غمخواري، رفاقت ۽ امانت داريءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ قابل اعتماد ۽ ڀروسي جي لائق هئين. ليڪن جڏهن تو پنهنجي (ابن عم) سوٽ جو برو وقت ڏٺو ۽ دشمن کي جنگ لاءِ آماده ڏٺو ۽ ماڻهن جي امانت داري خيانت جي شڪل اختيار ڪري وئي ۽ هيءَ امت خون ريزي ۾ ڦٽي وئي نه تون وات ڦٽيو رهجي وئين ۽ عين غم ۽ ڏک جي عالم ۾ هن کي دغا ڏئي وئين. ٻين وانگر تون به هن کان وڇڙي وئين. ٻين وانگر تون به هن جو ساٿ ڇڏي وئين ۽ تون به خيانت ڪندڙن جي خيانت ۾ ساٿي ٿي وئين. تو پنهنجي (ابن عم) سوٽ جي نه همدردي ڪئي نه ان جي امانت ادا ڪئي. گويا تون پنهنجي جهاد ۾ مخلص نه هئين. توکي الله تعالىٰ جي خوشنودي مدِّ نظر نه هئي ۽ نه پنهنجي رب جي طرف کنهن ڪليل دليل تي قائم هئين. گويا تو مڪر و فريب سان دنيا ڪمائڻ چاهي ٿي. ۽ نڳيءَ سان امت جو خزانو اڏائي ڪٽي وڃڻ جي نيت رکي ٿي. جڏهن حالات جي ستم گري توکي خيانت جو موقعو ڏنو نه تون چنبڙي پئين ۽ بي صبر ٿي انهن جو جيترو مال ڪٽي سگهئين ڪٽي ڀڳين. هي اهو مال هو جيڪو امت جي بيوه عورتن ۽ يتيمن جي لاءِ محفوظ رکيو ويو هو. جيئن بدحال بگهڙ خون آلوده هڏي ڀڳل ٻڪريءَ کي ڪٽي ڀڄندو آهي. هاڻي تون اهو

مال حجاز کٽي ويو آهين ۽ ائين ڪنيو وينو آهين جيئن ان جي ونڻ ۾ تو ڪوئي گناهه نه ڪيوآهي. مثال تنهنجو پيءُ مري ويو گويا اهو تنهنجو جوڙيل مال هو يا توکي تنهنجي ماءُ پيءُ جو ورثو مليو هو. چا چئجي! يا نه آخرت جي عذاب کان بي خوف ٿي ويو آهين ۽ حساب لکندڙن جو توکي ڪوئي خوف نه رهيو آهي. تون نه اسان وٽ عقلمندن جو انتخاب هئين. تنهنجي نڙيءَ مان گرهه ڪيئن ٿو لهي. جڏهن نه تون ڄاڻين ٿو نه حرام کائي رهيو آهين ۽ حرام پي رهيو آهين. يتيمن، مسڪينن ۽ مجاهدن کي الله تعاليٰ جيڪو مال ڏنو هو ۽ جن جي خاطر ان هنن شهرن کي سرسبز ۽ شاداب بنايو آهي. ان مال مان تون عورتون (ٻانهيون) خريد ڪري رهيو آهين عورتن سان نڪاح ڪري رهيون آهين. (۽ اڏائي رهيون آهين) الله تعاليٰ کان ڊڄ حقدارن کي مال واپس ڏي. جيڪڏهن تو ائين نه ڪيو ۽ مون توتي قابو پاتو.

نه الله تعاليٰ وٽ تنهنجي معاملي ۾ بريء الذمه ٿي ويندس ۽ توکي ان تلوار سان قتل ڪندس جو ان سان مون جنهن کي ماريو اهو جهنم ۾ وڃي پهتو. هن خط جي مضمون تي غور ڪريو ۽ عامل جي خيانت جو اندازو لڳايو پوءِ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي خلافت تي نظر وجهو نه ڪئي اهڙي

خيانت جو ثبوت ملي ٿو. ڇا ان دؤر ۾ ﺑﻪ ڪو ائين مال ڪٽي پچي ويو؟

حضرت علي رضي الله عنه جي دؤر جو هڪ ٻيو عهديدار منذر بن جارود ﺑﻪ سخت خائن چور نڪتو جڏهن شيرخدا رضي الله عنه کي ان جي خيانت جي خبر پئي ﺗﻪ پاڻ ان کي ﺑﻪ هن طرح خط لکيائون.

اَمَّا بَعْدُ فَاِنَّ صَلاَحَ اَبِيْکَ غَرَّنِيْ مِنْکَ وَظَنَنْتُ اَنَّکَ تَتَّبِعُ هَدْيَهٗ وَتَسْلُکُ سَبِيْلَهٗ فَاِذَا اَنْتَ فِيْمَا رُقِيَ اِلَيَّ عَنْكَ لاَتَدَعُ لِهَوَاکَ اِنْقِيَادًا وَّلاَ تُبْقِي لِاٰخِرَتِکَ عَتَادًا اَتَعْمُرُ دُنْيَاکَ بِخَرَابِ آخِرَتِکَ وَتَصِلُ عَشِيْرَتَکَ بِقَطِيْعَةِ دِيْنِکَ اِلیٰ آخِرِالْکِتَابِ الْمُکَرَّمِ. (١)

ترجمو:- حمد ۽ ثنا کان بعد! مون تنهنجي پيءُ جي نيڪ بختي سببان تنهنجي باري ۾ ڌوکو کاڌو آهي ۽ مون ائين سمجهيو ﺗﻪ تون پنهنجي پيءُ جي نقشِ قدم تي هلندين ۽ ان جي رستي تي عمل ڪندين مگر انهن خبرن مان جيڪي تنهنجي متعلق مون کي پهتيون آهن اچانڪ هي معلوم ٿيو ﺗﻪ تون ﺗﻪ پنهنجي خواهشن

(١) نهج البلاغه ص ١٠٠٧ ج ٥ مکتوب ع ٧١ مطبوعہ تهران ايران

جو قيدي آهين. پنهنجي آخرت لاءِ تو وٽ ڪو ذخيرو نہ آهي. ڇا تون پنهنجي آخرت برباد ڪري دنيا آباد ڪرڻ چاهين ٿو؟ ۽ پنهنجي دين جو رشتو ڪٽي عزيز واقارب سان رشتو جوڙڻ گهرين ٿو؟ (الي آخرالمڪتوب).

حاصل ڪلام تہ اهل سنت وٽ حضرت عثمان ۽ حضرت علي رضي الله عنهما جي متعلق ان معاملي ۾ ڪو فرق نہ آهي ۽ ڪوبہ اعتراض نہ آهي ڇوتہ ٻنهي سڳورن پنهنجي بهترين صوابديد مطابق جو ڪجهہ حق سمجهيو ۽ جيڪو ڪم پنهنجي ذمي لازم سمجهيائون ان تي عمل ڪيائون. پنهنجي حسن ظن مطابق عهديدار مقرر فرمايائون اڳتي هلي ڪنهن صحيح ڪم نہ ڪيو تہ ان ۾ ٻنهي هستين جو ڪو قصور ڪونهي. الله تعالىٰ انسان ذات کي پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي پر جيڪڏهن ڪو بدبخت عبادت کان عاري آهي تہ ان ۾ رب العالمين جي ذات تي ڪوبہ اعتراض وارد نٿو ٿئي. فافهم.

ٻيا بہ ڪجهہ اعتراض آهن انهن جا بهترين جامع جواب ڪتابن ۾ موجود آهن. اختصار کي مد نظر رکندي فقط ان تي اڪتفا ڪجي ٿي. آخر ۾ صحابن متعلق الله تعالىٰ جي پيارن بزرگن ۽ انهن جو سبق آميز عقيدو

پيش ڪجي ٿو.

(١) امام اعظم رحمة الله عليه جو عقيدو آهي ته : وَلَا نَذْكُرُ اَحَدًا مِّنْ اَصْحَابِ رَسُوْلِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِلاَّ بِخَيْرٍ. يعني اسان محبوب عليه الصلٰوة والسلام جي هر صحابيءَ جون خوبيون ذڪر ڪندا آهيون. "١"

(٢) نسيم الرياض واري بزرگ هن طرح فرمايو آهي: لَايُذْكَرُ اَحَدٌ مِّنهُمْ بِسُوْءٍ اَيْ بِاَمْرٍ قَبِيْحٍ وَّلَا نَعِيْسِ عَلَيْهِ امر اَيْ لَا يُعَابُ وَلَا يُنْقَصُ فِيْ اَمْرٍ مِّنْ اُمُوْرِهِ بَلْ يُذْكَرُ حَسَنَاتُهُمْ وَحَمِيْدُ سِيْرَتِهِمْ وَيُسْكَتُ عَمَّاوَرَآءَ ذَالِكَ .

يعني ڪنهن به صحابيءَ ڪي نه برائيءَ سان ياد ڪيو ويندو ۽ نه ان مان عيب يا نقص ڪڍيو ويندو، بلڪ انهن جون ڀلايون بيان ڪيون وينديون، صحابي ته وڏي شان وارا آهن پر عام مسلمان ڪي ڀلائي سان ياد ڪرڻ لاءِ محبوبن جو فرمان مشهور آهي. "اَلَا تَذْكُرُوْا مَوْتَاكُمْ اِلاَّ بِخَيْرٍ" يعني پنهنجي وفات ڪيل مسلمان ڪي ڀلائي کان سواءِ ياد نه ڪيو.

(١) ( شرح فقه اڪبر ص ٨٥ )

(٣) شاهہ عبداللطيف رحمة الله عليه جو عقيدو ہہ ملاحظ فرمايو:

الست ارواحن کي جڏهن جاڳايو جبار
وڏي رهبر رسيا سڻ تنين جا پار

---

"ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْهُمَا فِي الْغَارِ "
"وَالشَّمْسِ وَالْقَمَرِ" ۾ تيو عادل سين اقرار
ظهوربن ذوالنوربن جي دُر ٻڌي دستار
کيو جنهن قوت سين خيبر خوب خوار
"وَالْعَصْرِ اِنَّ الْاِنْسَانَ" ۾ اهو ذڪر تيو اذڪار
جو نہ مجي تن کي سو فِي السَّقَرِ فِي النَّارِ
هت مولي ڪيا مختار لاڪيتو لطيف چئي

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليه

(٤) جوڙي جوڙ جهان جي پاڻُ ڪيائين پروار
حامي هادي هاشمي سردارين سردار
سونهين صحابن سٺ ۾ منجهہ مسجد مٽيادار
چارئي چڱا چوڏار هئا هيڪاندا حبيب سين.

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليه

(٥) چارئي يار جيءِ جيار ڪندا واهر وري مون
بيڪار سندي سار سگهي شال لذاءَ

پــلا چام هن غلام سندو ســوال ســٽج تون
صــادقين عــادلين ذوالنورين حنيــفــا
جمــالين كمــالين شــجاعين عليــا
پــلا چام هن غلام سندو ســوال ســٽج تون
ســچا صــديق رُج رفــيق ڏي توفــيق تسين مــون
عــمــر چام تنهنجي ســام پنيءَ پاند لڳاســون
پــلا چام هن غلام سندو ســوال ســٽج تون
حضرت عثمان كيو قرآن جوڙي سيپارا سوروں
عليءَ گهوت پڳا كوٽ سنديون كفر كناروں
پــلا چام هن غلام سندو ســوال ســٽج تون.

مداح ميان سرفراز كلهوڙو.

(٦)چار ئي مير مصلي صاحب چارئي نيك نبيّ جا نائب
روشن تن تي حــاضــر غائب، مؤمن ســو جوتن جو تائب
چارئــي يــار نــبــي جانــور
چارئي هردم منجهه حضور
ٿيون تان يار امــيــر عــثــمــان، عــالم اكمل عــاليــشــان
كامل جنهن كيو گڏ قرآن، نقطو تنهن ۾ نا نقصان
چارئي يــار نــبـــــي، جا نور
چارئي هر دم منجهه حضور. (١)

(١) مداح چار يار "ازكليات حمل" مطبوعه سنڌي ادبي بورد صـ١٢٣

يوم الجمعة ١٠ محرم الحرام سنہ ١٤٢٤ھ
مطابق ١٦ مارچ ٢٠٠٣ع

**طالب العلم**

**رحيم بخش ڏاهري عفي عنه ماڪان منه.**

**عربڪ ٽيچر**

**گورنمينٽ برانچ هاءِ اسڪول دستگير ڪالوني**

**مورو**

# پنهنجي پاران

الحمدلله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلٰوة والسلام علىٰ سيدالمرسلين سيدنا محمد وعلىٰ آله واصحابه الىٰ يوم الدين.

اما بعد: مسلمانن، مؤمنن ۽ دين جو درد رکندڙ پائرن ۽ ڀينرن جي اڳيان واضح هجڻ گهرجي ته مون گنهگار رب ڪريم جي خاص فضل ۽ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي نگاهه ڪرم سان سيدنا ابوبڪر صديق ۽ سيدنا عمر فاروق رضي الله عنهما جي سيرت متعلق ڪتاب لکيا ۽ الحمدلله اهي مقبول ۽ پسند ڪيا ويا هينئر اوهان جي خدمت ۾ سيدنا عثمان غني رضي الله عنه جي سيرت پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان اهو حضرت عثمان رضي الله عنه جيڪو مجسم نيڪي، شرافت، شرم ۽ حياء جو پيڪر، ڪامل انسان، پڪو مؤمن ۽ مجاهد هو. جنهن پنهنجي دولت الله جل شانه ۽ ان جي حبيب پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کي راضي ڪندي دين اسلام جي ڪمن ۽ مسڪينن جي مدد لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي هميشه مفلسن، محتاجن ۽ غريبن جي

غمخواري ڪندو رهيو جنهن جو اخلاق نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي اخلاق جو ڪامل مظهر هو ۽ ان جي سيرت سندن پاڪ سيرت جي زنده تصوير هئي، جيڪو هر شيءِ في سبيل الله قربان ڪرڻ جي لاءِ نبوي ارشاد جو منتظر رهندو هو جنهن من، ڌن، قربان ڪري الاهي بارگاهه ۽ نبوي دربار ۾ محبوبيت حاصل ڪئي جنهن جي شان جا شاهد قرآن. حديث. اصحاب ڪرام جا ارشاد، تابعين ۽ اهل بيت اطهار جا فرمان آهن پاڻ عزت، تعظيم، توقير جو صاحب، نهايت نيڪ مزاج. ظاهر ۽ باطن جو صاف، ذوالنورين لقب جو مالڪ هو. مون عاجز سندس سيرت مبارڪ جي موضوع تي هي ڪتاب الله جل جلاله ۽ ان جي حبيب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي راضي ڪرڻ لاءِ ٢١ شعبان آچر جي ڏينهن شام جو ٣ بجي ١٤٢٣هـ الموافق ٢٧- ١٠- ٢٠٠٢ع تي پنهنجي گهرواري لائبريريءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ٨ شوال جمعي جي ڏينهن ١٢ بجي منجهند جو لکي پورو ڪيم. ان جو نالو "**اوضح البيان في سيرت سيدنا عثمان**" رکيو اٿم. باري تعالىٰ جي بارگاهه ۾ دلي دعا آهي ته باقي سيدنا علي المرتضىٰ

رضي الله عنه جي سيرت مبارڪ لکڻ جي به جلد سعادت نصيب ڪري آمين ثم آمين ياالله العالمين بجاه النبي الامين سيدنا محمد عليه وعلى آله واصحابه الصلوات والتسليمات الى يوم الدين.

# هڪ نهايت اهم ۽ ضروري ڳالهه.

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جا اصحاب رضي الله عنهم شان ۽ مقام جي لحاظ سان دنيا جي عام فردن، عورتن ۽ مردن جهڙا ناهن جو انهن جي شان ۽ مقام جو فيصلو صرف تاريخ جي ورقن پڙهڻ سان ڪيو وڃي بلڪه اصحاب ڪرام هڪ اهڙي مقدس جماعت جو نالو آهي جيڪي عام امت ۽ سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي وچ ۾ الله جل شانه جي طرفان عطا ڪيل هڪ اهڙو واسطو آهن جنهن واسطي کان سواءِ باقي امت کي نه قرآن ڪريم هٿ اچي سگهي ها نه قرآن ڪريم جا اهي مضمون جيڪي قرآن ڪريم رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي بيان تي ڇڏيا آهن جيئن ارشاد رباني آهي "لِتُبَيِّنَ لِلنَّاسِ مَا نُزِّلَ إِلَيْهِمْ" (١) (تانته ماڻهن جي لاءِ اهو بيان فرمايو جيڪو انهن ڏانهن نازل ڪيل آهي) ۽ نه رسالت ۽ ان جي تعليمات هن واسطي کان سواءِ ڪنهن تائين پهچي

(١) سورة النحل آيت ۴۴

سگهي ها. اصحاب ڪرام رضي الله عنهم رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي پاڪ زندگي مبارڪ جا اهي ساٿي هئا جيڪي سندن تعليمات کي ساري دنيا جا پنهنجين زالن، پٽن، نياڻين بلڪ ساه کان به وڌيڪ پيارو سمجهندا هئا پنهنجيون جانيون قربان ڪري حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي پيغام کي دنيا جي ڪنڊ، ڪڙڇ ۾ پهچائيندا هئا انهن جي سيرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي سيرت جو هڪ حصو آهي اهي دنيا جي عام ماڻهن وانگر صرف تاريخي روايات سان نه سڃاڻي سگهبا بلڪ انهن جي سڃاڻپ قرآن ڪريم، نبوي احاديث ۽ سندن سيرت سان ٿيندي آهي انهن جو اسلام ۾ هڪ خاص مقام آهي. خدا نخواسته جيڪڏهن انهن تان اعتماد کڄي وڃي ته انهن جي بذايل قرآن ۽ روايت ڪيل حديث تي اعتماد ڪيئن رهندو؟ جنهن جو نتيجو ڪلي بي ديني ۽ گمراهيءَ جي صورت ۾ ملندو ان جي ڪري مسلمان جي ذميواري آهي ته انهن جي متعلق تاريخي روايات کي انهن جي باري ۾ نازل ٿيل قرآن پاڪ جي آيتن ۽ نبوي فرمان على قائلها الصلوٰة والسلام جي روشنيءَ ۾ ڏسي جيڪا به ڳالهه قرآن ۽ حديث جي

ضد ۽ مخالفت ۾ اچي ان کي ڇڏي ڏي قرآن پاڪ ۽ نبوي احاديث کي مضبوطيءَ سان وٺي. خاص ڪري غير مسلمانن جون لکيل ڳالهيون پڙهڻ ۾ احتياط رکي جيڪڏهن قرآن ۽ حديث ۽ اصحابن ۽ امامن جي خلاف آهن ته انهن کي بالڪل ويجهو ئي نه وڃي ڇوته اهي الله جل شانه جي حبيب پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جا سخت مخالف هئا، آهن ۽ رهندا.

## تعارف
## نالو مبارڪ

حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي هن پياري اصحابيءَ جو نالو مبارڪ (حضرت) عثمان رضي الله عنه هو.

## ڪُنيو

هن پلاري اصحابيءَ کي ڪنيت جي لحاظ سان ابوعبدالله ۽ ابوعمرو سڏيندا هئا ۽ هڪ قول مطابق اول ابوعبدالله پوءِ ابوعمرو (١) ۽ ٻئي قول مطابق

(١) اسدالغابة صـ٣٧٦ جلد٣ كتاب الكنىٰ والاسماء صـ جزء

اسلام کان اڳي ابوعمرو ۽ اسلام کان پوءِ ابوعبدالله سڏيو ويو. (١)

# والد.

سندس والد جو نالو عفان هو جيڪو مڪه مڪرمه جي رهاڪن ۾ نهايت مشهور دولت مند ۽ تاجر هو هڪ سفر دوران شام ملڪ کان واپسيءَ تي سمنڊ جي ڪناري تي هڪ مشهور شهر غزه ۾ بيمار ٿي پيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين ڪيس صرف ٽي ٻار هئا پر مالدار هجڻ جي ڪري اهي آرام سان زندگي گذاري رهيا هئا سندن خاندان شروعات کان ئي دولت مند هو.

# والد جي طرفان نسب جو سلسلو.

پاڻ قريشي قبيلي مان هو. اسلام کان اول قريشين جا چار قبيلا مڪه مڪرمه تي ڇانيل هئا، ١- هاشم جو خاندان، ٢- عبد شمس جو خاندان، ٣- مطلب جو خاندان، ۴- نوفل جو خاندان اهي

(١) صفة الصفوة صه١٥۴ جزء ١ جلد١

چارئي هڪ ڏاڏي عبد مناف جي اولاد مان هئا تاجر هئا سندن تجارتي قافلا شام، عراق، يمن ۽ حبش ڏانهن ويندا هئا.

حضرت عثمان جي والد جو سلسلو پنجين پيڙهيءَ ۾ حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن سان هن طرح ملي ٿو.

(عثمان) بن عفان، بن ابوالعاص، بن امية، بن عبدشمس، بن عبد مناف الاموي.

## والده جو تعارف.

سندس والده جو نالو اروىٰ آهي جيڪا نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي والد حضرت عبدالله رضي الله عنه جي سڳي ڀاڻيجي سندن جي سڳي ڀيڻ البيضاء جي ڌيءَ هئي. ان البيضاء کي ام حڪيم سڏيندا هئا. ابن سعد ام حڪم لکيو آهي. (١)

## والده جي نسب جو سلسلو.

اروىٰ بنت ڪريز بن ربيعة بن حبيب بن عبد شمس

(١) طبقات ابن سعد صہ ٥٣ جلد ٣

بن عبد مناف الاموي. هي سلسلو بہ حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن سان عبد مناف ۾ ملي ٿو. (١) ۽ حضرت بيبي اروىٰ سائڻ کي ماٿهو " قبة الديباج" سڏيندا هئا. (٢)

# ولادت

حضرت عثمان رضي الله عنه جي ولادت صحيح قول مطابق اصحاب الفيل جي واقعي (سنه ٥٧٦م) کان پوءِ طائف شهر ۾ ٿي هئي (٣) ۽ بعض علماء جو فرمان آهي تہ: سندس ولادت ان ئي سال ۾ حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن جي ولادت کان ڇهہ سال پوءِ مکه مکرمه ۾ ٿي هئي. (٤)

# حليو مبارڪ

پاڻ قد جو وچولو، رنگ اڇاڻ ڏانهن مائل ۽

(١) الاصابة صہ ٤٦٠ جلد ٢ تهذيب التهذيب صہ ١٣٩ جلد ٧ عثمان بن عفان صہ ١١ حضرت عثمان ذي النورين خليفہ مظلوم صہ ٢٤ (٢) طبقات ابن سعد صہ ٥٣ جلد ٣ (٣) ذي النورين عثمان صہ ١١ (٤) حضرت عثمان ذي النورين صہ ٢٤ ۽ ٦٠

هڪ قول مطابق ڪڻڪ رنگو، بدن جي کل جو نرم، سهڻي منهن وارو، ٻانهن جون ڪارايون وڏيون، ڪلها ڪشادا مٿي مبارڪ جا وار گهاٽا سندس ڏاڙهي مبارڪ بہ وڏي هوندي هئي. حضرت حسن بصريءَ جو فرمان آهي تہ مون سندس منهن مبارڪ تي ماتا جا نشان بہ ڏٺا هئا ۽ سندس ٻانهن تي گهاٽا وار هئا. (١)

# القاب

سندس مشهور لقب ذوالنورين (ٻن نورن جو صاحب) آهي ڇوتہ حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جون بہ نياڻيون هڪ حضرت بيبي رقيه ٻي حضرت بيبي ام ڪلثوم (رضي الله عنهما وعنه) هڪ ٻئي کان پوءِ سندس نڪاح ۾ آيون هيون. (٢) سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه کان حضرت عثمان رضي الله عنه جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون "اِهو اُهو مڙس آهي جنهن کي ملائڪن ۾ ذوالنورين سڏيو ويندو آهي، رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو نياڻو هو

(١) صفة الصفوة ص١٥۴ جزء ١جلد ١ خليفه مظلوم ٢۴(٢) ساڳيو حوالو

جنهن جي لاءِ جنت ۾ گهر هجڻ جا پاڻ ضامن هئا"

(١) ابوالحسن قزويني فرمايو آهي ته: حضرت عثمان رضي الله عنه کي ذوالنورين سڏڻ جا ٻه ٻيا وجه به آهن.

١- ته پاڻ رات جو صرف وتر نماز ۾ قرآن پاڪ ختم ڪندو هو. پوءِ قرآن به نور آهي ۽ رات جو بيهي عبادت ڪرڻ به نور آهي. ٢- ته پاڻ ٻن سخاوتن جو صاحب هو، اسلام کان اڳي ۽ اسلام کان پوءِ. (٢)

# ٢- اَللِّيّنُ، نرم مزاج وارو

هي حضرت عثمان جو ٻيو لقب آهي سندس طبع ۾ شدت ۽ سختي نه هوندي هئي.

# ٣- "اَلرَّحِيۡمُ" مهربان

هي سندس ٽيون لقب آهي پاڻ هر ڪنهن تي نهايت مهربان هوندو هو. ۽ انهن خوبين جي ڪري ماڻهو خصوصًا قريشي ساڻس گهڻي محبت رکندا هئا. عربن ۾ ائين به چيو ويندو هو "اَحَبَّکَ الرَّحْمَانُ حُبَّ

(١) الرياض النضرة ص ١١٠ جلد٢ (٢) ساڳيو حوالو

قُرَيْشٍ عُثْمَانَ" يعني شال الله جل شانه توسان ائين محبت رکي جيئن عثمان سان قريشي محبت رکن ٿا. (١)

# ٤- "اَجْمَلُ النَّاسِ" (ماڻهن ۾ نهايت حسن وارو)

حضرت موصوف- نهايت حسن ۽ جمال جو صاحب هو - ابن عساکر عبدالله بن حزام حازنيءَ کان روايت آندي آهي ته "مون مردن توڙي عورتن ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه کان وڌيڪ سهڻو نه ڏٺو- موسىٰ بن طلحة جو قول آهي ته: حضرت عثمان رضي الله عنه نهايت سهڻو هو. (٢)

حضرت اسامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته: نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مون کي حضرت عثمان رضي الله عنه جي گهر گوشت پهچائڻ لاءِ موڪليو مان اتي ويس ته حضرت عثمان رضي الله عنه ۽ حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻي (سندس گهرواري) رقيه رضي الله عنها گڏ ويٺا هئا

(١) ساڳيو حوالو (٢) عثمان ذي النورين خليفه مظلوم ص٢٥

مون اڳي اهڙو سهڻو جوڙو ڪڏهن به نه ڏٺو هو مان واري تي ٻنهي ڏانهن نهاري رهيو هوس. جڏهن مونتي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيس ته پاڻ مون کان پڇيائون "ٻنهي وٽ ويو هئين؟ مون عرض ڪيو ته "هائو" پاڻ فرمايائون ته "ڇا تو ڪڏهن ان جوڙي کان وڌيڪ سهڻو جوڙو ڏٺو آهي؟" مون عرض ڪيو ته "نه" (١)

## ٥- "صَاحِبُ الْهِجْرَتَيْنِ." ٻن هجرتن وارو.

پاڻ هڪ هجرت حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻيءَ سان گڏ حبش ڏانهن ۽ ٻي ٻيو مدينه منوره ڏانهن ڪئي هيائين.

## ٦- زَوْجُ الاِبْنَتَيْنِ.

نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي ٻن نياڻين (رقية ۽ ام ڪلثوم رضي الله عنهما) سان هڪ

(١) الرياض النضرة ص١١١ ج٢

ٻئي کان پوءِ شادي ڪرڻ وارو. (جيئن ذوالنورين جي وضاحت ۾ لکي آيا آهيون) (١)

# تعليم ۽ تربيت

سندن تعليم ۽ تربيت ان انداز سان ٿي هئي جنهن سان ٻين قريشي سردارن جي ٿيندي هئي ڪين سنئي تعليم حاصل هئي پاڻ انهن فردن مان هڪ هو جن اسلام کان اڳي ئي لکڻ پڙهڻ سکيو هو. (٢)

# اسلام کان اڳي.

پاڻ ننڍي هوندي کان ئي اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪيو هيائين جيڪو سهڻن اخلاقن ۽ ڀلين عادتن جي خلاف هجي پاڻ نهايت سليم الفطرت، ديانتدار ۽ سچ ڳالهائيندڙ هو سندس دل خلق خدا جي لاءِ همدرد ۽ غمخوار هئي پاڻ نہ ڪڏهن ڪوڙ ڳالهيائين ۽ نہ ساري زندگي شراب پيتائين، ڪڏهن بہ چوري ۽ زنا ڪرڻ تہ ڇا انهن ڪي سنو بہ نہ سمجهيائين، نہ ڪڏهن ڳائڻ

(١) سير اعلام النبلاء . حصه سير الخلفاء الراشدين صـ١٤٩
(٢) خليفه مظلوم حضرت عثمان ذي النورين صـ٢٥

وجائڻ ۽ اجاين ڪمن ۾ ڪنهن سان شريڪ ٿيو. حالانڪ اهي ڪم حجاز جي علائقي ۾ رهندڙن قريشين ۾ گهڻا هوندا هئا جن کي ان دؤر ۾ شرافت جو معيار سمجهيو ويندو هو. ڪڏهن بت جي پوڄا نہ ڪيائين ۽ نہ ان دؤر جي جاهليت وارن ڪمن سان سندس دامن آلوده رهي، پاڻ شروع کان ئي باحياء ۽ جود وسخا ۾ مشهور هو سندس سخاوت جو هٿ پنهنجن توڙي پراون لاءِ هميشہ کليل رهندو هو. ان جي ڪري پاڻ "غني" جي لقب سان مشهور هو نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جو ارشاد "خِيَارُكُمْ فِى الْجَاهِلِيَّةِ خِيَارُكُمْ فِى الْإِسْلَامِ" (اوهان مان جيڪي اسلام کان اڳي ڀلا هئا اهي اسلام ۾ بہ ڀلا آهن) مٿس پورو اچي ٿو. (١)

## وجهِ معاش.

والد جي وفات کان پوءِ پاڻ تجارت کي پنهنجو وجه معاش بنايو هيائين مستعد ۽ باشعور هجڻ جي ڪري ان کي وڌايو هيائين تجارت ۾ جديد طريقا

(١) سير أعلام النبلاء حصه سيرالخلفاء الراشدين ص١٤٩

استعمال ڪري هڪ ملڪ جو مال ٻئي ملڪ ڏانهن موڪليندو هو ۽ ان طرح نہ صرف مڪه مڪرمه جي سرمائيدارن ۾ شمار ٿيو پر پوري عرب جي سرمائيدارن مان ڳڻيو ويندو هو.

# اسلام سان مشرف ٿيڻ.

حضرت عثمان جا حضرت ابوبڪر صديق (رضي الله عنهما) سان گهرا واسطا ۽ تعلقات هئا ۽ ان جي ئي رغبت ڏيارڻ سان اسلام ڏانهن راغب ٿيو هو- حضرت عثمان رضي الله عنه نبوي بعثت جي شروعات ۾ ئي ايمان آندو هو- ان وقت سندس عمر ٣۴ سال هئي. (١)

حضرت عثمان رضي الله عنه جو پنهنجو بيان آهي تہ: مون کي منهنجي ماسيءَ سعديٰ بنت ڪريز نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جا فضائل بيان ڪري ٻڌايا تہ "پاڻ الله جا نبي آهن سندن کي الله دليل سان مبعوث فرمايو آهي پاڻ الله جو پيغام پهچائي رهيا آهن" تون بہ انهن تي ايمان آڻي مسلمان ٿيءُ ان کان پوءِ مون کي سندن جي متعلق سوچ ۽ فڪر رهيو ۽ مان

(١ مقامات صحابه ص٣١٢ سيرالصحابه ص١٧٦ جلد١

حضرت ابوبڪر رضي الله تعالىٰ عنه وٽ وڃي ويهندو هوس. هڪ ڀيري ان وٽ اڪيلائيءَ ۾ آيس. ان مون کي فڪر مند ڏٺو پڇيائين ته: ڪهڙي فڪر ۾ آهين؟ مون کيس پنهنجي ماسيءَ وارو احوال ٻڌايو ته پاڻ مون کي هدايت ڪندي فرمايائين " اي عثمان! تون هوشيار انسان آهين توکان حق ۽ باطل لڪل ناهي ڇا هي بت جن کي اسان جي قوم وارا پوڄين ٿا پٿرن مان ناهيل، باطل ناهن؟ جيڪي نه ٻڌن ٿا ۽ نه ڏسن ٿا؟" مون چيو ته هائو. پاڻ چيائين ته "الله جو قسم توکي تنهنجي ماسيءَ سچ چيو آهي" نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن مڪه مڪرمه ۾ ئي موجود آهن ڇا تون اتي هلي سندن هدايتون ٻڌڻ لاءِ تيار آهين؟ مون چيو ته هائو" الله جو قسم ته دير ئي نه ٿي جو حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تشريف فرما ٿيا ۽ حضرت علي رضي الله عنه به ساڻن گڏ سندن ڪپڙو ڪنيو پئي آيو جڏهن ڪين حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڏٺو ته اٿي سندن سلام ڪري ساڻن ڪن ۾ آهستي ڳالهايائين. پاڻ اچي ويٺا ته مون کي سامهون مخاطب ٿي فرمايائون " اي عثمان! الله جل شانه جي طرفان جيڪو جنت ڏانهن سڏڪيو ٿو وڃي اهو قبول ڪر مان

توڏانهن ۽ بي ساري خلق ڏانهن الله جل شانه جو رسول آهيان" حضرت عثمان رضي الله عنه فرمايو ته "سندن اهو خطاب ٻڌندي ئي مون بي اختيار ٻڌجي ڪلمه پڙهي مٿن ايمان آڻي اسلام قبول ڪيو" (۱)

# خواب جو بيان

اسلام قبول ڪرڻ ڪان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته: مان هاڻي تازو شام ملڪ ڪان موٽيو آهيان. مون سان گڏ ٻيا به هئا. جڏهن رستي ۾ معان ۽ زرقا (به علائقا يا شهر) جي وچ تي پهتا سون ته اسين ڇڻ ته ننڊ ۾ هئا سون اوچتو ڪنهن سڏيندڙ سڏي چيو: اي ننڊ ڪندڙؤ! تياري ڪيو. يقينًا احمد (صلى الله عليه وسلم) مڪه (مڪرمه) ۾ جلوي افروز آهي جڏهن مڪه (مڪرمه) ۾ پهتا سون ته اوهان جي نبوت جي اظهار جو احوال ٻڌوسون - حضرت عثمان رضي الله عنه نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي دارا رقم ۾ داخل ٿيڻ ڪان اڳي اسلام آندو

(۱) الرياض النضرة صه۱۳ جلد۲

هو. (١) حضرت عثمان جي ڀيڻ آمنه بنت عفان ۽ سندس ماءُ جي طرفان ڀائرن وليد، خالد، عمارة ۽ هڪ ڀيڻ ام ڪلثوم ۽ عقبه بن ابي معيط جي پٽن به اسلام قبول ڪيو هو، انهن سڀني جي ماءُ اروئ بنت ڪريز هئي محدث دار قطني انهن جو ذڪر ڪتاب الاخوة ۾ آندو آهي ۽ اهو به لکيو اٿس ته حضرت عثمان رضي الله عنه جي ڀيڻ ام ڪلثوم هجرت ڪندڙ عورتن مان پهرين عورت هئي ۽ اها پهرين قريشي عورت هئي جنهن نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي بيعت ڪئي ۽ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ان جو نڪاح حضرت زيد بن حارثة سان ڪرايو ان کان پوءِ ان جو نڪاح حضرت عبدالرحمٰن بن عوف سان ٿيو ان کان بعد حضرت زبير بن عوام سان ٿيو. (١)

# اسلام جي لاءِ تڪليف سهڻ جا واقعا.

١- جڏهن حضرت عثمان رضي الله عنه مسلمان ٿيو ۽ اها خبر سندس چاچي حڪم بن ابي العاص

(١) طبقات ابن سعد صـ٥٥ جلد٣ (٢) الخليفة الثالث عثمانذي النورين صـ١٧ الرياض النضرة صـ١١٣ ج٢

ٻڌي تڏهن ان کيس پڪڙي هڪ مضبوط رسيءَ سان ٻڌي ڇڏيو ۽ چيائينس ته "جيستائين اسلام نه ڇڏيندين تيستائين توکي نه ڇوڙيندس" حضرت عثمان رضي الله عنه فرمايس ته: الله جو قسم آهي ته مان اهو دين هرگز نه ڇڏيندس" جڏهن ان سندس مضبوط ۽ مستحڪم عقيدو ڏٺو ۽ سمجهيائين ته هي نه هٽندو تڏهن کيس ڇوڙي ڇڏيائين. (١)

٢- هڪ پيري ان ئي سندس چاچي هڪ ڪوٺيءَ ۾ دونهون ڪرائي دريون ۽ روشن دان بند ڪرائي کيس پوري ڇڏيو ته شايد ان تڪليف جي ڪري اسلام کان هٽي وڃي مگر پاڻ اها تڪليف قبول ڪندي الله جي پياري دين تي مضبوط ۽ مستحڪم رهيو. (٢) ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته حڪم بن ابي العاص کي اهو تعصب به ذهن ۾ هو ته اهي پاڻ بنو اميه مان هئا ۽ حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن بني هاشم مان هئا ۽ اهي ٻئي خاندان اسلام کان اڳي هڪ ٻئي جا حريف هئا پر حضرت عثمان رضي الله عنه انهن سڀني ڳالهين کان آزاد ٿيندي الله جل شانه جي پياري نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان مخلص ۽ وفادار رهيو.

(١) طبقات ابن سعد ص٥٥ جلد٣(٢) شان صحابه ص١٠٥

# سيده رقيه رضي الله عنهما سان شادي.

حضرت عثمان رضي الله عنه کي اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ اهو شرف ۽ شان حاصل ٿيو جيڪو سندس مناقب جي ڪتاب ۾ سڀ کان وڏيڪ روشن باب آهي يعني نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کيس پنهنجي صاحبزادي سيده رقيه رضي الله عنها سان نڪاح ڪرايو. سيده رقيه رضي الله عنها حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي انتهائي شاندار، جمال ۽ ڪمال واري نياڻي هئي پاڻ پنهنجين ڀينرن ۾ ولادت جي لحاظ سان ٻيو نمبر هئي.

# ضروري تنبيه.

بعضي روايتن ۾ آيو آهي ته حضرت عثمان رضي الله عنه ان شاديءَ جي لالچ ۾ اچي ايمان آندو هو، اهي روايتون بالڪل ڪوڙيون ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهجي مخالفن جي طرفان پروپيگندا طور آيل آهن،

اهي نہ پڌڻ جي لائق آهن نہ پڙهڻ جي لاءِ مناسب آهن.
محدثن سڳورن انهن جي تحقيق ڪري انهن کي
ڪوڙو ثابت ڪيو آهي. (١)

# حبش ڏانهن هجرت

اسلام جي دعوت ٽي سال لڪ ۾ رهي جڏهن
قرآن ڪريم ۾ "فَاصۡدَعۡ بِمَا تُؤۡمَرُ" (٢) (جيڪو اوهان
کي امر ڪيو ويو آهي اهو کولي کولي بيان
ڪريو)حڪم آيو ۽ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم
جن مڪه مڪرمه ۾ کلي طرح اسلام جي اشاعت
ڪئي ۽ سندن پيارا اصحابي رضي الله عنهم بہ ان
جدوجهد ۾ مشغول ٿي ويا تہ مڪه مڪرمه ۾ رهندڙن
قريشي ڪافرن جي بہ ساڻن ايتري دشمني وڌي وئي
جو مسلمان ڪنهن ٻئي ملڪ ڏانهن وڃڻ لاءِ مجبور ٿي
پيا ۽ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن انهن کي
حبش ڏانهن هجرت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ڇوتہ اتي امن،
امان هوندو هو اها هجرت نبوت جي اظهار کان سال
پوءِ ٿي هئي. ان ۾ يارهن يا ٻارهن مرد ۽ چار يا پنج

(١) سير اعلام النبلاءِ حصه سير الخلفاء الراشدين ص١٧٧ جلد١
(٢) سورة الحجر آيت ٩٤

عورتون هيون اهي سمنڊ جي ڪناري تائين پيادل ويا اتاهين ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي حبش ڏانهن روانا ٿيا ۽ اتي جي بادشاهه اصحمه وٽ پهتا ته ان جي شفقت سان وقت سٺو گذارڻ لڳا. حبش جي بادشاهه جو لقب نجاشي هو.

# پهريون مهاجر.

محدثن سڀني لکيو آهي ته: حضرت عثمان رضي الله عنه اصحابن سڀني مان پهريون شخص هو جنهن (پنهنجي اهل سيده رقية بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم سان گڏ الله جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ) هجرت ڪئي هئي. (١) ڪجهه سالن ڪان پوءِ حبش ۾ ڳالهه هلي ته قريشي سڀ مسلمان ٿي ويا آهن ته گهڻا مهاجر مڪه مڪرمه ڏانهن واپس ٿيا پر حضرت عثمان رضي الله عنه اتي ئي رهي پيو جلدي واپس نه ٿيو. (٢)

---

(١) مدارج النبوة اردو صـ٦٤ جلد٢ تهذيب التهذيب صـ ١٤٠ جلد٧ (٢) حضرت عثمان ذوالنورين صـ٦٤

# فرزند جي ولادت

حضرت عثمان غني رضي الله عنه ۽ سيده رقيه رضي الله عنها تقريبًا اٺ (٨) سال حبش ۾ رهيا ۽ ان دوران ئي سيده رقيه رضي الله عنها مان حضرت عثمان رضي الله عنه جو فرزند حضرت عبدالله رضي الله عنه ڄائو ان دوران حضرت رقيه جي والده حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن جي اهليه سيده خديجة الكبرىٰ رضي الله عنه جو دنيا مان انتقال ٿيو هو مگر حبش ملڪ جي پري هجڻ جي ڪري اها خبر سيده رقيه رضي الله عنها تائين دير سان پهتي. نيٺ حضرت عثمان رضي الله عنه پنهنجي اهليه، رقيه رضي الله عنها ۽ پٽ حضرت عبدالله رضي الله عنها سان گڏ واپس مڪه مڪرمه ۾ آيو حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي ڏوهٽي حضرت عبدالله رضي الله عنه کي پيار ڏنو ۽ گهڻو خوش ٿيا.(١) ابن سعد ۽ ابن الاثير لکيو آهي ته حضرت عثمان رضي الله عنه پنهنجي اهليه سيده رقيه رضي الله عنها سان گڏ ٻه ڀيرا حبش ڏانهن هجرت ڪئي هئي. والله اعلم (٢)

(١) خليفه مظلوم حضرت عثمان ذي النورين صـ٣٠ (٢) اسدالغابة صـ٣٧٦ جلد٣ طبقات ابن سعد صـ٥٥ جلد٣

# مدينه منوره ڏانهن هجرت.

حضرت عثمان رضي الله عنه نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي مرضي مبارڪ سان پنهنجي اهليه ۽ پٽ کي مڪه مڪرمه ۾ رهائي اڪيلو هجرت ڪري مدينه منوره ۾ پهتو. (١) مدينه منوره ۾ دربار نبوي جي مشهور شاعر حضرت حسان بن ثابت جي ڀاء اوس بن ثابت رضي الله عنهما وٽ اچي رهيو. اهي ڀائر بني نجارقبيلي مان هئا. (٢) جڏهن سيده رقيه رضي الله عنها مدينه منوره ۾ پهتي ته اها به اتي پنهنجي مڙس سان گڏ رهي ۽ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن به بني نجار ۾ حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه جي گهر تشريف فرما ٿيا هئا. ڪجهه وقت ڪان پوءِ جڏهن نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن مڪه مڪرمه ڪان هجرت ڪري ايندڙن جي لاءِ رهائشي انتظام ڪرڻ فرمايو ته حضرت عثمان رضي الله عنه جي رهڻ لاءِ پنهنجي رهائشگاهه جي ويجهو انتظام ڪرڻ فرمايائون. ان طريقي سان سيده رقية

(١) حضرت عثمان ذي النورين خليفه مظلوم صـ١٣١(٢) طبقات ابن سعد صـ٥٥ جلد٣

رضي الله عنها پنهنجي والد ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ويجهي رهڻ لڳي، حضرت عثمان رضي الله عنه هڪ ملڪي صفت انسان هو مالدار هجڻ جي ڪري پنهنجي گهرو زندگي به خوشحاليءَ سان گذاريندو هو، اهڙي قسم جي زندگي حضرت رقيه رضي الله عنها کي به حاصل هئي اها به هڪ مالدار ماءُ سيده خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي نياڻي هئي جنهن پنهنجي اولاد کي نهايت ناز، نعمتن ۽ پيار سان پاليو هو، حضرت عثمان رضي الله عنه به ڪيس اهڙي انداز سان نهايت خوش ۽ راضي رکيو جو سفر توڙي حضر ۾ ساري زندگي ڪين ڪو اهڙو ناخوش گوار واقعو پيش نه آيو. اهڙا مثال دنيا ۾ تمام ٿورا ملندا آهن. (١)

# سيده رقيه رضي الله عنها جي رحلت.

ٻئي سن هجريءَ ۾ جڏهن سيده رقيه رضي الله عنها جي عمر مبارڪ ايڪيهه (٢١) سال هئي ته

(١) حضرت عثمان ذي النورين خليفه مظلوم صـ٣٢

ڪيس ماتا نڪتي اهو بدر جي جنگ جي تيارين جو وقت هو. نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ١٢ رمضان المبارڪ سنہ٢ ھ جو اصحابن سڳورن رضي الله عنهم کي وٺي بدر طرف ويا ۽ ١٧ رمضان المبارڪ تي جنگ ٿي. پنهنجي نياڻيءَ جي علاج معالجي ۽ سنڀال لاءِ حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن حضرت عثمان ۽ حضرت اسامة بن زيد رضي الله عنهما کي مدينه منوره ۾ رهائي ويا ۽ جنهن ڏينهن زيد بن حارثة رضي الله عنه اٺ تي سوار ٿي جنگ ۾ فتح حاصل ٿيڻ جي خوشخبري مدينه منوره ۾ ٻڌائڻ آيو تہ ان ڏينهن حضرت سيده رقية رضي الله عنها جو انتقال ٿيو ۽ ڪيس جنت البقيع ۾ دفن ڪري رهيا هئا (اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ) اهو غالبًا رمضان المبارڪ جي ويهين تاريخ جو ڏينهن هو، حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کي پنهنجي نياڻيءَ جي انتقال تي سخت صدمو پهتو ۽ پاڻ بدر کان واپس اچڻ کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه کي بہ اصحاب بدر ۾ شامل ڪيائون ۽ اتاهين ملندڙ غنيمت جي مال مان ڪيس بہ حصو ڏنائون. (١)

(١) حضرت عثمان ذي النورين خليفه مظلوم صہ٣٢ طبقات ابن سعد صہ٥٦ جلد ٣

# سيده ام ڪلثوم رضي اللهُ عنها سان شادي.

سيده رقيه رضي الله عنها جي رحلت کان پوءِ ربيع الاول سنہ۳ھہ ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجيءَ ٽيون نمبر نياڻيءَ سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جو سڱ حضرت عثمان رضي الله عنه کي ڏنو، نڪاح ٿيو ۽ ٻن مهينن کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه شادي ڪري ورتي. هڪ روايت ۾ آهي تہ حضرت رقيہ رضي الله عنه جي انتقال کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه تي رنج ۽ غم جي حالت طاري رهندي هئي سندس منهن مبارڪ ملول ۽ ڪوماٽيل رهندو هو هڪ ڏينهن انهيءَ حال ۾ هوندي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پڇيس تہ "عثمان! ڪهڙو حال اٿئي؟" عرض ڪيائين تہ "منهنجا ماءُ پيءُ توهان تان قربان وڃن مون جهڙي مصيبت ٻئي ڪنهن کي نہ پهتي هوندي، اوهان جي نياڻي رحلت ڪري وئي، منهنجو اوهان کان اوهان جي نياڻي هجڻ وارو تعلق ڪٽجي ويو".

پاڻ فرمايائونس تہ ”اي عثمان! تون اهو چوين پيو ۽ مون وٽ جبريل وينو آهي جيڪو چوي پيو تہ ”الله تعالىٰ منهنجيء نياڻيء ام ڪلثوم رضي الله عنها جو توسان نڪاح ڪرڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو آهي“ ڇڻ تہ حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها جو حضرت عثمان سان نڪاح جو فيصلو پهريان آسمان تي پوءِ زمين تي ٿيو هو اها فضيلت بہ ڪيس حاصل ٿي حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها ڇهن سالن ڪان پوءِ شعبان سنہ٩ هہ ۾ رحلت فرمائي(١) (انا لله وانا اليه راجعون ) ڪيس جن عورتن غسل ڏنو انهن ۾ بيبي ام عطيه بہ شامل هئي ۽ سندس جنازي جي نماز نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن پاڻ پڙهائي.(٣)

## حضرت عثمان رضي الله عنه ڪان محبوب ڪريم ﷺ جن راضي هئا.

نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي طرفان

(١) ساڳيو حوالو تاريخ الاسلام عربي صہ٢٥٣ جلد١ (٢) حضرت عثمان ذي النورين خليفه مظلوم صہ٣٥

هڪ ڪان پوءِ ٻي نياڻي حضرت عثمان رضي الله عنه
کي ڏيڻ مان واضح ۽ سج ڪان وڌيڪ روشن آهي ته پاڻ
حضرت عثمان رضي الله عنه ڪان بالڪل مطمئن ۽
راضي هئا جيئن انشاءالله تعاليٰ اڳتي فضائل ۽
خصائص جي ذڪر ۾ ايندو. هيءَ ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ
جهڙي آهي ته: حضرت آدم عليه السلام جي اولاد
مان حضرت عثمان ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به اها
سعادت حاصل نه ٿي جو ان جي گهر ۾ الله جل شانه
جي ڪنهن نبي عليه الصلوٰة والسلام جون ٻه
نياڻيون هڪ ٻئي ڪان بعد آيون هجن.

# لباس مبارڪ

حضرت عثمان رضي الله عنه شاهوڪار هجڻ
جي باوجود اهڙا ڪپڙا نه پائيندو هو جنهن مان تڪبر
۽ غرور محسوس ٿئي پاڻ گهڻو ڪري گوڏ ٻڌندو هو.
مختلف رنگن جا ڪپڙا پائيندو هو، حڪم بن صلت
پنهنجي پيءُ ڪان روايت آندي آهي ته: مون هڪ ڀيري
حضرت عثمان رضي الله عنه کي خطبو ڏيندي ڏٺو نه
ڪيس ڪاري رنگ جي قميص پاتل هئي ۽ سندس

ڏاڙهي مبارڪ کي ميندي لڳل هئي، سليم ابي عامر
کان روايت آندي آهي ته مون حضرت عثمان رضي الله
عنه کي اٺ سؤ (۸۰۰) درهمن جي چادر ڍڪيل ڏٺي
۽ بنانه جو قول آهي ته سندس ڏاڙهي مبارڪ اڇي
هئي. (۱) عبدالله بن شداد کان روايت آهي ته:
مون حضرت عثمان رضي الله عنه کي خطبو ڏيندي به ايترا
سادا ڪپڙا پهريل ڏٺا جن جي قيمت چار يا پنج درهم
هئي. حضرت حسن کان ڪنهن ماڻهوءَ پڇيو ته حضرت
عثمان رضي الله عنه جي چادر ڪهڙي هئي؟ پاڻ
فرمايائون ته اها قطر جي نهيل هئي. پڇڻ واري وري
پڇيو ته "ان جي قيمت گهٽي هوندي؟ حضرت حسن
فرمايو "اٺ درهم" ان پڇيو ته "سندن قميص ڪهڙي
هئي؟" فرمايائين ته "ڊگهي هئي" ان عرض ڪيو ته
"ان جي قيمت گهٽي هوندي؟ فرمايائين ته "اهي ئي
اٺ درهم". (۲)

# غذا مبارڪ.

حضرت عثمان رضي الله عنه کي اها غذا پسند

(۱) طبقات ابن سعد صہ ۵۷ - ۵۹ جلد ۳ (۲) ازالة الخفا صہ۴۴۲

هوندي هئي جيڪا مقوي هجڻ سان گڏ نرم هجي، عمرو بن اميه کان روايت آهي تہ مان شام جو حضرت عثمان رضي الله عنه سان گڏ خزيره نالي کاڌو کائيندو هوس ان جهڙو سٺو کاڌو ٻيو نہ لڳندو هو. خزيره ٻاڪري جيري، کير ۽ گيهہ مان تيار ڪندا هئا حضرت عثمان رضي الله عنه مون کان پڇيو تہ هي کاڌو ڪهڙو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ "تمام پلو آهي؟"

مون اهڙو کاڌو ڪڏهن بہ نہ کاڌو آهي"

"عبيدالله بن عامر کان روايت آهي تہ: مون رمضان المبارڪ ۾ حضرت عثمان رضي الله عنهسان گڏ روزو کوليو اسان وٽ جيڪو کاڌو آيو اهو گهڻو نرم هو. مون هر رات حضرت عثمان وٽ سندس دستر خوان تي ميدي جي اٽي جون مانيون ۽ نندي عمر وارن دنبن جو گوشت ڏٺو. سندس دستر خوان پر تڪلفُ ۽ سندس غذا عمومًا نرم ۽ قوت ڏيندڙ هوندي هئي (١)

# فرزند جي رحلت.

علامه ابن الاثير لکيو آهي تہ حضرت عبدالله بن

(١) حضرت عثمان ذي النورين صہ٣٣

عثمان ڇهن سالن جي عمر ۾ سنہ٤ھ ۾ وفات ڪئي هئي (١)

# بي حساب سخاوت ۽ فياضي

حضرت عثمان رضي الله عنه جيڪا مڪه مڪرمه مان پنهنجي دولت ڪٺي آيو هو ان تي مدينه منوره ۾ پهچي پنهنجو ڪاروبار شروع ڪيو هيائين نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي ذات تي ايمان آڻيندڙن مان هڪ عورت سندن اهليه حضرت خديجة الڪبرىٰ ۽ هڪ مرد مسلمان حضرت عثمان رضي الله عنهما جو مال اسلامي خدمتن ۾ تمام گهڻو خرچ ٿيو هو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي مالي قربانيءَ ۾ صرف حضرت عثمان غني رضي الله عنه شامل ٿي سگهيو ٿي، ٻئي ڪنهن جي به اينتري مالي قرباني نہ هئي.

(١) اسدالغابه صہ٣٧٧ جلد٣ خليفہ مظلوم

# حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سان مماثلت.

حضرت عثمان رضي الله عنه ڪيترين ئي ڳالهين ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سان مليو جُليو ٿي.

١- مؤرخن جو پنهي جي باري ۾ اتفاق آهي ته ٻئي انتهائي ديانتدار تاجر هئا.

٢- جاهليت جي دؤر ۾ به ٻئي ام الخبائث شراب ۽ ٻين برائين کان بچيل هئا.

٣- قرآن پاڪ جي خدمت ۾ به پنهي جو حصو آهي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه قرآن پاڪ کي ترتيب ڏياري ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه سيني مسلمانن کي هڪ قراءت تي متفق ڪيو.

حضرت عثمان رضي الله عنه پنهنجي والد کان پوءِ تجارت کي گهڻو وڌايو پاڻ حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر رهندي پنهنجن ڪم ڪندڙن کي هدايتون ڏيندو هو ته هيئن ڪاروبار هلايو- ۽ جيڪو ڪجهه نفعو ٿيندو هو ان مان اسلام ۽ مسلمانن جي وڏي مدد ڪندو هو.

# مالي خدمتن جا ڪجھ واقعا.

١- جڏهن مڪه مڪرمه جا رهاڪو مسلمان هجرت ڪري مدينه منوره ۾ پهتا ته اتي ڪين ملندڙ پاڻي طبيعت تي نه پيو ڪين پيٽ جي تڪليف ٿي پئي شهر ڪان ٻاهر مٺي پاڻيءَ جو صرف هڪ کوھ هو جنهن کي "بير رومه" سڏيندا هئا اهو بني غفار قبيلي مان هڪ شخص جو هو ۽ ان مان پاڻيءَ جي هڪ پريل ڪلي ان جو هڪ مُد (ٿوبو) وٺي پوءِ ڏيندو هو، نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڪيس فرمايو ته "تَبِيعُهَا بِعَيْنٍ فِى الْجَنَّةِ" اهو کوھ جنتي چشمي جي بدلي ۾ وڪڻي ڏيندين؟ ان عرض ڪيو ته "مون وٽ ان ڪان سواءِ ٻيو کوھ ناهي اهو سودو مان ڪري نٿو سگهان" اها خبر جڏهن حضرت عثمان رضي الله عنه ٻڌي ته ان کي پنجٽيهه (٣٥) هزار درهم ڏئي کوھ خريد ڪري نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين ته (اي حبيب پاڪ صلى الله عليه وسلم!) جيڪڏهن مان اهو کوھ خريد ڪري اوهان کي ڏيان ته مون کي اهو بهشتي چشمو عنايت ڪندؤ؟ "پاڻ فرمايائون "هائو" عرض ڪيائين ته "اهو

مون خريد ڪيو آهي ۽ مسلمانن جي لاءِ (وقف) ڪيان ٿو" (۱)

۲- حضرت عثمان صرف مذڪوره کوه نہ پر ۱- اريس نالي کوھ، ۲- سائب نالي کوھ، ۳- عامر نالي کوه کان سواءِ مسلمانن جي لاءِ ٻيا بہ کوھ کٽايا هئا.

۳- هڪ ڀيري نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن مسجد نبوي جي وڌائڻ جي خيال سان فرمايو تہ "ڪير آهي جيڪو مال بيهارڻ جي فلاڻي جاءِ خريد ڪري اسان جي مسجد لاءِ وقف ڪري تانتہ الله ان کي بخش فرمائي؟" تہ حضرت عثمان رضي الله عنه ويهہ يا پنجويهہ هزار درهم ڏئي اهو پلاٽ خريد ڪري مسجد نبوي جي لاءِ وقف ڪيو. (۲)

۴- سنہ ۹ هجري ۾ هي خبر مشهور ٿي تہ روم جو قيصر بادشاھ عربن تي حملو ڪرڻ گهري ٿو. ان جو تدارڪ ضروري هو پر اهو زمانو نهايت عُسرة ۽ تنگيءَ جو هو ان جي ڪري نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن اصحابن سڀني کي مالي مدد جو ارشاد فرمايو هر مسلمان پنهنجي پنهنجي وسعت آهر مدد ڪئي ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه اسلامي فوج جي

(۱) سير اعلام النبلاء حصه سير الخلفاء الراشدين صہ۱۵۴ (۲) حضرت عثمان ذي النورين صہ۳۸ خليفة مظلوم

ٽين حصي جي خرچ جو بار پاڻ کنيو ۽ ان جنگ ۾ وڃڻ لاءِ چاليهه (٤٠) هزار مجاهد هئا جن مان تقريبًا ٽي هزار ٽي سؤ ٽيٽيهن (٣٣٣٣) جو پورو خرچ حضرت عثمان پنهنجي ذمي کڻي ادا ڪيو ۽ ان کان سواءِ هڪ هزار اٺ، ستر گهوڙا ۽ ٻئي سامان جي خريداري لاءِ هڪ هزار اشرفيون پيش ڪيون، نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن ان ڳالهه جي ڪري حضرت عثمان رضي الله عنه کان ايترو خوش ٿيا جو انهن اشرفين کي پنهنجي هٿن مبارڪن ۾ ڦيرائيندي فرمائي رهيا هئا ته "مَا ضَرَّ عُثْمَانَ مَا عَمِلَ بَعْدَ هٰذَا الْيَوْمِ" اڄ کان پوءِ جيڪو عمل به عثمان ڪندو ان کي نقصان نه ڏيندو" (١) علامه ابن الاثير آندو آهي ته حضرت عثمان رضي الله عنه اڌ لشڪر جي خرچ جو انتظام ڪيو هو. (٢)

٥ — ان مدد ڏيڻ کان سواءِ به جڏهن تبوڪ ۾ پهچڻ کان پوءِ نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن کي مجاهدن جي لاءِ سامان جي ضرورت پئي ته حضرت عثمان رضي الله عنه وري به سامان گهرايو ۽ قافلو

(١) سيرالصحابة صـ١٨٣ جلد١ المستدرڪ للحاڪم صـ١٠٢ جلد٣- ترمذي باب مناقب عثمان صـ٢١ ازالة الخفا صـ٤٣٧ جلد٢ (٢) اسدالغابة صـ٣٨٠ جلد٣

الله عنهما فرمايو تہ "مون رات جو (خواب ۾) رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي ڏٺو تہ پاڻ نور جي لباس ۾ هڪ پلي خچر تي سوار جلد جلد وڃي رهيا هئا . ڪين نور جو هڪ لڪڻ هٿ مبارڪ ۾ هو ۽ سندن جُتي مبارڪ جا پڊڻ وارا ڏاڳا بہ نور جا هئا . مون ڪين عرض ڪيو تہ "منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان ٿين ، مان اوهان جو نهايت گهڻو مشتاق آهيان" (مطلب تہ ٿورو وقت بيهو تہ ديدار ڪيان) پاڻ فرمايائون تہ "مان هينئر ان جي ڪري جلد وڃي رهيو آهيان جو عثمان غني رضي الله عنه هزار انن تي لڏيل ان في سبيل الله خيرات ڪيو آهي ۽ الله ان جي اها خيرات قبول ڪري ، ان جي بدلي ۾ ڪيس بهشت ۾ شادي ڪرائي آهي مان ان جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ وڃي رهيو آهيان" . (١)

٧- هڪ ڀيري نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "مَنۡ يَّزِيۡدُ فِیۡ مَسۡجِدِنَا" اسان جي مسجد کي ڪير وڌائيندو؟" تہ حضرت عثمان رضي الله عنه زمين خريد ڪري مسجد وڌائي. (٢)

---

(١) ازالة الخفا صہ٤٤١ جلد٢ (٢) تهذيب الكمال في اسماء الرجال صہ١٢٧ جلد٥

# سمجھاڻي.

نبي پاڪ صلی اللہ عليه وسلم جن جي مبارڪ دؤر ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنه ٻن مسجدن جي تعمير ۾ حصو ورتو هو. ١- مسجد قبا- جنهن جي باري ۾ قرآن ڪريم فرمايو آهي تہ ”پهرين ڏينهن ڪان ئي ان جو بنياد تقوىٰ تي رکيو ويو آهي“ جنهن جي حد بنديءَ جا پٿر نبي ڪريم صلی اللہ عليه وسلم جن ڪان پوءِ حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهم رکيا هئا. ٢- اها مسجد نبوي جنهن جي متصل حضور ڪريم صلی اللہ عليه وسلم جن جي مزار پر انوار آهي ان مسجد مبارڪ جي وڌائڻ ۾ بہ حضرت عثمان رضي الله عنه بہ ڀيرا حصو ورتو هو. ١- پهريان جيئن اڳ ۾ بيان ڪري آيا آهيون. ٢- ٻيو پنهنجي خلافت جي ٻئي سال سنہ٢٦هہ ۾ ۽ وري سنہ٢٩هہ ۾ گهڙيلن پٿرن سان ان جي تعمير ڪرايائين پٿر جا ٿنڀ نهرائي ان تي ساڳ جي ڪاٺ جي ڇت نهرايائين. ۽ اهڙي طرح بيت الله شريف واري مسجد حرام جي بہ مرمت ۽ توسيع ڪرائي هيائين. (١)

(١) حضرت عثمان ذي النورين صہ٤٣

# غلامن کي آزاد ڪرڻ.

حضرت عثمان رضي الله عنه هر هڪ جمعي تي هڪ غلام خريد ڪري في سبيل الله آزاد ڪندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو هڪ جمعو رهجي ويندو هو ته ٻئي جمعي تي ٻه غلام آزاد ڪندو هو. (١) ان طرح پاڻ تقريبًا ٻه هزار چار سؤ (٢٤٠٠) غلام آزاد ڪيا هيائين. (٢)

# ڪاتبِ وحي.

فاطمه بنت عبدالرحمان پنهنجي ماءُ کان روايت آندي آهي ته ان ڪي ام الموءمنين سيده عائشه رضي الله عنها جي خدمت ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه جي متعلق پڇا ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو جو ڪي ماڻهو ان ڪي گهٽ وڌ ڳالهائن ٿا جڏهن ان پڇا ڪئي ته: مؤمنن جي ماءُ فرمايو ”جيڪو عثمان تي لعنت ڪندو ان تي الله جي لعنت آهي. الله جو قسم آهي ته عثمان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾

(١) الرياض النضرة صـ١٤٥ سير اعلام النبلاء حصه سيرالخلفاء الراشدين صـ١٥١ ج٢ (٢) الصواعق المحرقة صـ١١٢

وينو هو ۽ پاڻ مون ڏانهن ان حال ۾ تيڪ ڏيو ويٺا هئا جو مٿن وحي جو نزول ٿي رهيو هو پوءِ پاڻ عثمان کي فرمايائون تہ "لک! الله اهو وحي لکڻ جو مرتبو ان کي ڏيندو آهي جيڪو الله ۽ ان جي رسول ڪريم (صلى الله عليه وسلم) جن کي پيارو هوندو آهي" اها روايت احمد ۽ حاڪميءَ آندي آهي ۽ حاڪميءَ تہ ائين بہ لکيو آهي تہ مؤمنن جي ماءُ حضرت عثمان رضي الله عنه تي لعنت ڪندڙ جي مٿان ٿي پيرا لعنت ڪئي هئي" ۽ حضرت امام جعفر صادق حضرت امام محمد باقر کان ان پنهنجي والد حضرت امام زين العابدين (رضي الله عنهم) کان روايت آندي آهي تہ "جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ويهندا هئا تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سندن سڄي پاسي کان ۽ حضرت عمر رضي الله عنه سندن کبي پاسي کان ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه سندن اڳيان ويهندو هو. ۽ اهو سندن راز جو ڪاتب هو. (١)

(١) الرياض النضرة صـ١٢٩ جلد٢

# مدينه منوره جو انچارج.

نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن حضرت عثمان رضي الله عنه کي ٻه ڀيرا پنهنجو انچارج مقرر ڪيو هو. ١- ڀيرو غزوة ذات الرقاع ذي وجهه وقت. ٢- ڀيرو غزوة غطفان ذانهن وڃڻ وقت. (١)

# خلافت کان اڳ ۾.

پاڻ خلافت کان اڳ ۾ ٻه قريشين ۾ محبوب شخصيت، گهڻو بردبار، اخلاق ۾ سهڻو، طبيعت جو نرم، خلقِ خدا تي گهڻو محسن ۽ مهربان هوندو هو. (٢)

# ڪرم نوازي.

حضرت عثمان جا حضرت طلحة رضي الله عنهما ذانهن پنجهاهه هزار (٥٠٠٠٠) قرض هو، هڪ ڀيري پاڻ مسجد شريف ذانهن نڪتو ته حضرت طلحة رضي

(١) ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث صـ٣٢(٢) ساڳيو حوالو

الله عنه كيس ٻڌايو "اوهان جو قرض وارو حساب تيار
آهي جڏهن فرمايو تڏهن پهچايان" پاڻ فرمايائونس ته
"اهي توکي مدد طور معاف آهن" (١)

# علم ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت.

حضرت عثمان رضي الله عنه حج جي مسئلن ۾
گهڻي ڄاڻ رکندو هو. سڄي رات جاڳي هڪ هڪ
رکعت ۾ قرآن پاڪ ختم ڪندو هو ۽ ان معاملي ۾
سندس مثال ڏنو ويندو هو. (٢)

پاڻ قرآن ڪريم جو حافظ هجڻ سان گڏ ان مان
حاصل ٿيندڙ علم جو بحر هو پر گهڻي حجاب جي
ڪري گهٽ ڳالهائيندو هو.

# خوفِ خدا.

پاڻ الله جل شانه کان گهڻو ڏڄندڙ ٻانهو هو،
جڏهن ڪنهن جي قبر تي بيهندو هو ته ايترو روئندو هو
جو ڳلن تان وهندڙن ڳوڙهن جي ڪري سندن ڏاڙهي

(١) ساڳيو حوالو صـ٢٧ (٢) ساڳيو حوالو- الطبقات الکبریٰ للشعراني صـ١٨

مبارڪ آلي ٿي وبندي هئي. پاڻ هڪ ڀيري پنهنجي غلام کي فرمايائون تہ ”مون هڪ ڀيري تنهنجي ڪن مهٽ ڪئي هئي تون بہ مون کي ڪن کان وٺي زور سان ڪن مهٽ ڪر، ڇوتہ الله جل شانه وٽ جواب ڏيڻو آهي“ (١)

# سنت جي اتباع ۽ عبادت جي ڪثرت.

پاڻ محبوب ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي سنت جي نهايت سختيءَ سان پابندي ڪندي، الله جي عبادت گهڻي ڪندو هو. محمد بن سيرين جو قول آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه سڄي رات جاڳندو پورو قرآن ڪريم هڪ رڪعت ۾ پڙهندو هو ۽ سدائين روزي ۾ رهندو هو. زبير بن عبدالله پنهنجي ڏاڏي کان روايت آندي آهي تہ حضرت عثمان رات جي شروعات ۾ ٿورو سمهندو هو پوءِ سڄي رات جاڳي عبادت ڪندو هو. (٢)

(١) ازالة الخفا صـ٤٤١ جلد٢ الخليفة الثالث عثمان بن عفان ذي النورين صـ١٣٠(١) صفة الصفوة صـ١٥٨ جزء ١ ١جلد ١

# اهل ۽ عيال تي شفقت.

حضرت عثمان رضي الله عنه پنهنجي گهر جي ڀاتين تي ڏاڍو مهربان هوندو هو، رات جو عبادت لاءِ اٿڻ وقت وضوء جي پاڻيءَ وغيره جي لاءِ ڪنهن کي هرو ڀرو نه اٿاريندو هو، ها جيڪڏهن ڪو پاڻ ئي جاڳندو هو ته ان کي وضوء جي پاڻي آڻڻ جي لاءِ حڪم ڪندو هو. (١)

# ادب ۽ احترام.

حضرت عثمان رضي الله عنه نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جو ادب ۽ احترام تمام گهڻو ڪندو هو. جنهن هٿ مبارڪ سان سندن بيعت ڪئي هيائين ساري زندگي ان کي ڪنهن به پليد شيءِ يا جاءِ تي لڳڻ نه ڏنائين پر پنهنجي اگهڙ تي به نه هنيائين. اهل بيت اطهار ۽ ازواجِ مطهرات رضي الله عنهن جو گهڻو خيال رکندو هو، سندن تعظيم ڪندي ڪين هر وقت خصوصًا رمضان المبارڪ ۾ ٻين کان ٻيڻو وند ڏيندو هو. (٢)

(١) ساڳيو حوالو (٢) سيرالصحابه ص ٢۴٠ جلد١

# شاعري.

حضرت عثمان رضي الله عنه نهايت بهترين شاعر بہ هو پنهنجي تقرير ۽ گفتگو دوران پنهنجا وعظ ۽ نصيحت سان پريل شعر گهڻا پڙهندو هو.

سندس هڪ بہ شعر هي آهن.

تَفْنِي اللَّذَاذَةُ فَمَنْ نَالَ صَفْوَتَهَا
مِنَ الْحَرَامِ وَيَبْقَي الْاِثْمِ وَالْعَارُ
يَلْقَي عَوَاقِبَ سُوءِ مِّنْ مَّغِيبِهَا
لَاخَيْرَ فِيْ لَذَّةٍ بَعْدَهَا النَّارَ (١)

يعني جيڪو شخص حرام شين سان لذت وٺندو اها لذت تہ فنا ٿي ويندي پر ان جو گناهہ ۽ عيب ان تي باقي رهندو، لذت ختم ٿيڻ کان پوءِ ان جا نتيجا قائم رهندا ان لذت ۾ ڪا ڀلائي ناهي جنهن کان بعد (جهنم) جي باهہ ملي.

# تقويٰ ۽ تواضع.

حماد کان روايت آهي ان فرمايو تہ ”الله امير

(١) مروج الذهب صـ٣٥٦ جلد٢

المو ءمنين عثمان رضي الله عنه تي رحمت ڪري پاڻ
چاليهن راتين ڪان وڌيڪ قيد ۾ رهيو پر سندس زبان
مبارڪ مان ڪوبه اهڙو لفظ نه نڪتو جيڪو مخالفن
لاءِ حجت بڻجي پاڻ پنهنجي چادر مٿي جي هيٺان ڏئي
سمهندو هو، ماڻهو اتي اچي ويهندا هئا ته پاڻ به انهن
سان اتي اهڙي نموني ويهندو هو جو خبر نه پوندي هئي
ته اميرالمؤمنين ڪير آهي؟ پاڻ منجهند جو ڪنهن
قميص ڪان سواءِ ئي تڏي تي ليٽندو هو ۽ آرام ڪري
اٿندو هو ته سندن جسم تي تڏي جا نشان هوندا هئا ۽
ماڻهو چوندا هئا ته هيءُ اميرالمو ءمنين آهي؟ (١) هڪ
روايت موجب پاڻ جمعي جو خطبو ڏيندو هو ته سندس
ڪلهن ۽ مٿي مبارڪ تي عدن جي ٿلهي چادر پهريل
هوندي هئي جنهن جي قيمت چار يا پنج درهم هوندي
هئي ۽ ماڻهن کي پلو ڪاڏو ڪارائيندو هو پر پاڻ گهر ۾
سرڪي ۽ زيتون جي تيل سان ماني ڪائيندو هو پاڻ
سان گڏ غلام کي پيلهه ڪڻندو هو ان کي عيب نه
سمجهندو هو. (٢)

---

(١) ساڳيو حوالو صفة الصفوة صـ ١٥٨ جزء ١جلد١ (٢) صفة الصفوة صـ١٥٩ جزء ١جلد١ الطبقات الكبرى للشعراني صـ١٩

# حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان اخلاق ۾ گھڻو مشابھ.

نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻي سيده رقيه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن منهنجي گھر ۾ تشريف فرما ٿيا مون سندن مٿي مبارڪ جي وارن کي ڦڻي ڏني پاڻ پڇيائون ته عبدالله جي بابي (حضرت عثمان)کي ڪيئن ٿي سمجھين؟ مون عرض ڪيو ته "ڀلو ماڻس آهي" پاڻ مون کي فرمايائون ته "سندس عزت ڪندي رهه اهو مون سان منهنجن اصحابن مان اخلاق ۾ وڌيڪ مشابھ آهي" حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت ۾ هي وڌيڪ الفاظ آهن ته "اهو مون سان دين ۽ مزاج ۾ وڌيڪ مشابھ آهي مون ان کي پنهنجون ٻه نياڻيون ڏنيون ۽ اهو مون سان بهشت ۾ ائين گڏ هوندو جيئن اشهد واري آڱر سان وچين آڱر گڏ هوندي آهي" (١)

(١) الرياض النضرة صـ١١٧ جلد٢

# حديث جي روايت.

حضرت عثمان رضي الله عنه نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ڪان سڌو سنئون ۽ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما ڪان بہ حديثون روايت ڪيون آهن. (١) ۽ ان ڪان هنن راوين حديث روايت ڪئي آهي. ١- سندس فرزندن، ابان، سعيد، عمرو. ٢- سندس آزاد ڪيل غلام حمران، ٣- حضرت انس، ۴- ابوامامة بن سهل، ٥- احنف بن قيس، ٦- سعيد بن مسيب، ٧- ابووائل، ٨- طارق بن شهاب، ٩- علقمة، ١٠- ابوعبدالرحمان سلمي، ١١- مالڪ بن اوس، ١٢- يسر بن سعيد، ١٣- ثعلبة بن ابي مالڪ، ١۴- ثمامة بن حزن قشيري، ١٥- حسن بصري، ١٦- حصين بن منذر، ١٧- رباح الڪوفي، ١٨- زيد بن ثابت، ١٩- زيد بن خالد جهني، ٢٠- زيد بن دارة، ٢١- سائب بن يزيد، ٢٢- سعيد بن عاص اموي، ٢٣- سلمة بن اڪوع، ٢۴- طارق بن اثيم اشجعي، ٢٥- عبدالله بن جعفر بن ابي طالب، ٢٦- عبدالله بن حارث بن نوفل، ٢٧- ابو

(١) سير اعلام النبلاء حصہ سير الخلفاء الراشدين صـ١۴٩ وتهذيب الڪمال صـ١٢٦ جلد٥

عبدالرحمان عبدالله بن حبيب سلمي، ٢٨- عبدالله بن زبير بن عوامر، ٢٩- عبدالله بن شقيق عقيلي، ٣٠- عبدالله بن عامر بن ربيعة، ٣١- عبدالله بن عامر بن كريز، ٣٢- عبدالله بن عباس، ٣٣- عبدالله بن عبيدالله بن ابي مليكة، ٣٤- عبدالله بن عمر بن خطاب، ٣٥- عبدالله بن مسعود (حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت كان اڳ ۾ رحلت كئي هيائين) ٣٥- عبدالله بن مغفل مزني، ٣٦- عبدالرحمان بن حارث بن هشام، ٣٧- عبدالرحمان بن حاطب، ٣٨- عبدالرحمان بن ابي عمرة انصاري، ٣٩- عبدالرحمان بن يزيد نخعي، ٤٠- عبيدالله بن اسود خولاني، ٤١- عبيدالله بن عدي، ٤٢- عثمان بن عبدالله، ٤٣- عطاء بن ابي رياح، ٤٣- عطاء بن فروخ، ٤٤- عقبة بن صهبان، ٤٥- علقمة بن قيس، ٤٦- عمرو بن سعيد، ٤٧- عمران بن حصين، ٤٨- قيس بن ابي حازم، ٤٩- مالك بن ابي عامر، ٥٠- محمد بن علي بن الحنفية، ٥١- محمود بن لبيد انصاري، ٥٢- مغيرة بن شعبة، ٥٣- نزال بن سبرة، ٥٤- هاني بربري، ٥٥- وهب بن عمير، ٥٦- يحيٰ بن سعيد، ٥٧- يوسف بن عبدالله بن سلام، ٥٨- ابو ثور فهمي،

٥٩- ابو رجاء عطاردي، ٦٠- ابوسلمة بن عبدالرحمان بن عوف، ٦١- ابوسهمة، ٦٢- سندس آزاد ڪيل غلام ابو صالح، ٦٣ ابن ازهر جو آزاد ڪيل غلام ابوعبيد، ٦٤- بني هاشم جو آزاد ڪيل غلام ابو علقمه ٦٥- ابوقتادة انصاري، ٦٦- حضرت ابوهريره، ٢٧- ام المهاجر روميه. (١)

حضرت عثمان رضي الله عنه کان هڪ سؤ ڇائيتاليهه (١٤٦) حديثون روايت ڪيل آهن جن مان ڪجهه هتي ذڪر ڪجن ٿيون.

ع ١- ابوالزناد حضرت ابان کان ان پنهنجي والد سيدنا عثمان رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "مَنْ قَالَ فِيْ اَولِ يَوْمِه اَوفِي اَوَّلِ لَيْلِهِ" بِسْمِ اللهِ الَّذِيْ لاَيَضُرُّ مَعَ اسْمِه شَيْءٌ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ وَهُوَالسَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ" لَمْ يَضُرَّهُ شَيْءٌ فِيْ ذَالِکَ الْيَوْمِ اَوْتِلْکَ اللَّيْلَةِ) (٢) يعني جنهن شخص پنهنجي رات يا ڏينهن جي اول (وقت) ۾ دعاجا هي الفاظ "چيا"(ان الله جي نالي سان ( پناهہ وٺان ٿو ) جنهن جي نالي سان گڏ آسمان ۽ زمين ۾ ڪابہ شيءِ نقصان نٿي ڏي ۽

(١) ساڳيا حوالا تهذيب التهذيب صہ١٤٠ جلد٧ (٢) ازالة الخفا صہ٤٤٠ جلد٢

اهوئي ٻڌندڙ ڇاڻندڙ آهي" تہ ان ڏينهن يا رات ۾ ان کي ڪابہ شيءِ نقصان نہ ڏيندي.

٢ – سيدنا عثمان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو " جنهن سهڻي نموني وضو ڪيو ان کان پوءِ (مسجد يا گهر ۾) داخل ٿي نماز پڙهيائين تہ الله جل شانہ ان جا اهي گناهہ بخشيندو جيڪي انهيءَ نماز ۽ ٻي نماز جي وچ ۾ ڪيا هوندائين"

٣– ابو وائل حضرت عثمان رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ "رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وضوء ۾ (هر هڪ عضوي کي) ٽي ٽي پيرا ڌوتو"

٤– ابوعبداالرحمان حضرت عثمان رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو "اَفْضَلُكُمْ مَنْ تَعَلَّمَ الْقُرْآنَ وَعَلَّمَهُ" اوهان مان ڀلو اهو آهي جيڪو قرآن پڙهي ۽ پڙهائي.

٥ – ابوعمرو حضرت عثمان رضي الله عنه کان ۽ ان نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان روايت آندي آهي تہ "مَنْ صَلّٰى صَلٰوةَ الْعِشَاءِ وَالصُّبْحِ فِيْ جَمَاعَةٍ فَهُوَ كَقِيَامِ لَيْلَةٍ" (١) جنهن سومهڻيءَ ۽ صبح

(١) هي چار ئي روايتون مسند امام احمد بن حنبل ص٥٧ - ٥٨ جلد١ تان ورتل آهن.

جي نماز جماعت سان پڙهي تہ ان جو درجو سڄي رات بيهڻ واري وانگر آهي.

## حج جي سعادت.

حضرت عثمان رضي الله عنه خلافت جي آخري سال کان سواءِ باقي خلافت جي هر سال حج ڪندو هو ۽ پاڻ سان گڏ نبي مڪرم ۽ محبوب معظم ﷺ صلى الله عليه وسلم جن جي ازواج مطهرات کي بہ حج ڪرائيندو هو. جيئن حضرت عمر رضي الله عنه انهن کي حج ڪرايو هو. (١)

## بي ادب کي سزا.

حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت دوران هڪ شخص حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي چاچي حضرت عباس رضي الله عنه جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهايو پاڻ ان کي مار ڏئي فرمايائين تہ "جنهن چاچي جي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن

(١) ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث صـ٢٩

عزت ڪئي مان ان جي بي ادبي برداشت نہ ڪندس ۽ جنهن بہ بي ادبي ڪئي اهو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو بي فرمان ۽ مخالف آهي" (١)

# حيادار حضرت.

ام الموءمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ: نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ان حال ۾ ويٺا هئا جو سندن جسم اقدس جي پنين (گوڏي کان هيٺ )واري حصي تي ڪپڙو نہ هو.(حضرت) ابوبڪر رضي الله عنه آيو تہ بہ ان حال ۾ ئي ويٺا رهيا (حضرت) عمر رضي الله عنه آيو تہ بہ ان حال ۾ ويٺا رهيا ، جڏهن (حضرت) عثمان رضي الله عنه اچڻ جي اجازت گهري تہ پاڻ اتي ڪپڙا ناهي ويٺا ۽ جڏهن سيئي اناهين اٿي ويا تڏهن مون کين عرض ڪيو تہ "اوهان ائين ڇو ڪيو؟" پاڻ فرمايائون تہ "اي عائشه! مان ان مرد جو حياء ڇو نہ ڪيان؟ جو الله جو قسم تہ ملائڪ بہ ان جو حياء ڪن ٿا". (٢)

(١) ساڳيو حوالو صـ٢٨(٢) بخاري ومسلم باب مناقب عثمان وصفة الصفوة صـ١٥٥ جزء ١ جلد١

# فضائل.

سيدنا عثمان غني رضي الله عنه جا فضائل ۽ شان قرآن ڪريم، نبوي احاديث، اصحاب ڪرام جي ارشادات، ائمه عظام جي زرين اقوال ۽ اولياء فخام جي مـنن ٻولن مـان سج ڪـان وڌيڪ واضح آهن . هتي انهن سڀني مان ٿورو ٿورو لکجي ٿو ڇوته سڀ جو سڀ لکڻ منهنجي ڇا هر ڪاتب جي قلم ۽ وس کان ٻاهر آهي.

# قرآن ڪريم مان فضائل.

١- الله جل شانه جو فرمان آهي "اَلَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَّعَلاَنِيَةً فَلَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَلَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَاهُمْ يَحْزَنُوْنَ. (١) جيڪي شخص پنهنجا مال رات جو ۽ ڏينهن جو ڳجهه ۾ ۽ کليل طرح خرچ ڪن ٿا انهن جي لاءِ سندن رب وٽ سندن اجر آهي ۽ انهن تي نه ڪو خوف آهي ۽ نه اهي غمگين ٿيندا.

هن آيت جي شان نزول ۾ علامه جلال الدين

(١) سورة البقره آيت ع ٢٧٤

سيوطي عليه الرحمة لکيو آهي تہ اها حضرت عثمان، حضرت عبدالرحمان بن عوف ۽ حضرت علي رضي الله عنهم جي متعلق نازل ٿي هئي (١) آيت جو مطلب آهي تہ جيڪي الله جي ذات کي راضي ڪرڻ جي لاءِ رات ڏينهن ڪليل ۽ لکل مال خرچ ڪن ٿا انهن لاءِ اجر بہ آهي تہ انهن کي نہ ڪو خوف هوندو ۽ نہ غم هوندو ۽ اهو مقام حضرت عثمان رضي الله عنه کي بہ حاصل آهي جيئن بيان ٿي آيو.

٢- ارشاد الاهي آهي "مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ رِجَالٌ صَدَقُوْا مَاعَاهَدُو اللهَ عَلَيْهِ فَمِنْهُمْ مَّنْ قَضٰى نَحْبَهٗ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّنْتَظِرُ وَمَابَدَّلُوْا تَبْدِيْلاً. (٢) ۽ مؤمنن مان کي اهي مرد آهن جو الله سان کيل عهد سچا ڪري ڏيکاريائون پوءِ انهن مان ڪو اهو آهي جنهن پنهنجو ذمو پورو ڪيو ۽ انهن مان ڪو اهو آهي جيڪو انتظار ڪري ٿو ۽ (پنهنجي چوڻ کي) ڪنهن بہ طرح نہ مٽايائون.

# شان نزول.

هي آيت حضرت عثمان، حضرت حمزه، حضرت

(١) الدرالمنثور صہ ١٠٠-١٠١ جلد٢ (٢) سورة الاحزاب آيت ٢٣

طلحة، حضرت سعيد ۽ حضرت مصعب بن عمير رضي الله عنهم جي متعلق نازل ٿي. (١) ان مان واضح ٿيو ته مذڪوره هستيون الله جل شانه سان ڪيل عهد پورا ڪيا ۽ انهن مان ڪي منتظر هئا ته ڪڏهن ٿو اهڙو موقعو ملي ته ميدان ملهائي ڏيکاريون.

٣- ارشاد رباني آهي "اَمَّنْ هُوَ قَانِتٌ اٰنَاۗءَ الَّيْلِ سَاجِدًا وَّقَاۗىِٕمًا يَّحْذَرُ الْاٰخِرَةَ وَيَرْجُوْا رَحْمَةَ رَبِّهٖ" (٢) ڀلا جيڪو رات جي وقتن ۾ سجدو ڪندڙ ۽ بيهي عبادت ڪندڙ آهي آخرت (جي عذاب) کان ڊڄندو آهي ۽ پنهنجي رب جي رحمت ۾ اميد رکندو آهي (اهو ڀلو يا بي شڪر، مشرڪ(ڀلو آهي) ؟

## شان نزول.

هن آيت جي شان نزول ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جو ارشاد آهي ته "اها حضرت عثمان رضي الله عنه جي شان ۾ نازل ٿي آهي" (٣) آيت جو مطلب آهي ته: جيڪو ٻانهو رات جي ننڊ ۽ آرام ڇڏي الله جل شانه جي عبادت ۾ محو رهيو ڪڏهن ان جي

(١) نوالعرفان صـ٦٧١ تفسير حسيني فارسي صـ٦٧٥ روح البيان صـ١٥٨ جلد٧ (٢) سورة الزمر آيت عـ٣٩ (٣) المظهري ص ٢٠٠ جلد ٨

سامهون هٿ ٻڌيو بيٺو آهي ته ڪڏهن سجدي ۾ ڪريو پيو آهي هڪ طرف ان کي آخرت جو خوف آهي ته ٻئي طرف ان جي رحمت ۾ يقين واري اميد رکيو ويٺو آهي ڇا اهو نيڪ بخت اڳ ۾ بيان ڪيل بدبخت جهڙو ٿي سگهي ٿو؟ ڪڏهن به نه. هن جو مانُ ۽ شان مٿانهون آهي. نتيجو نڪتو ته حضرت عثمان رضي الله عنه جو شان بلند ۽ بالا آهي.

٤- فائق جون فرمان آهي "فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَاَنْفَقُوْا لَهُمْ اَجْرٌ كَبِيْرٌ" (١) يعني اوهان مان جن ايمان آندو ۽ خرچ ڪيائون انهن جي لاءِ وڏو ثواب آهي.

# شان نزول.

هيءَ آيت حضرت عثمان رضي الله عنه جي متعلق نازل ٿي (جڏهن پاڻ تبوڪ جي جنگ وقت) پنهنجو گهڻو مال في سبيل الله خرچ ڪيو هيائون. (٢) مطلب ته جن الله جل شانه جي پيارن ايمان سان گڏ الله جي وات ۾ مال به خرچ ڪيو اهو ضايع نه ٿيندو انهن کي وڏو ثواب ملندو. ۽ ان ثواب جو بطريق اولىٰ حقدار

(١) سورة الحديد آيت ع٧ (٢) روح البيان ص٣٥٤ جلد٩

حضرت عثمان رضي الله عنه آهي.

٥ – الاهي ارشاد آهي ”سَيَذَّكَّرُ مَنْ يَّخْشٰى“ (١) جلد نصيحت حاصل ڪندو جيڪو (الله کان) ڊجي ٿو.

# شان نزول.

قرآن پاڪ جي مفسرن لکيو آهي تہ: هيءَ آيت حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي مدح ۾ نازل ٿي هئي. اصل واقعو هيئن هو تہ: هڪ انصاري اصحابيءَ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پنهنجي پاڙيسريءَ جي شڪايت ڪئي تہ ان جي گهر ۾ بيٺل وڻ جي هڪ ٽاري منهنجي گهر ڏانهن وڌيل آهي جيڪڏهن ان جو ڪو ميوو منهنجي گهر واري پاسي ۾ ڪري ٿو تہ تمام سختي ڪري اهو وٺي ٿو، نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ان کي سڏائي فرمايو تہ ”هي وڻ مون کي وڪڻي ڏي تہ ان جي بدلي ۾ توکي بهشت ۾ وڻ ملندو“ ان انڪار ڪيو، حضرت عثمان رضي الله عنه (جڏهن اهو ٻڌو تہ) ان کي پنهنجو هڪ پورو باغ

(١) سورة الاعلىٰ آيت ع ١٠

ڏني اهو وڻ خريد ڪري انصاريءَ کي ڏنائين، ان جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي. (١)

مطلب تہ الله جل شانه جو پيارو حضرت عثمان رضي الله عنه هر وقت الله کان ڊڄندڙ ۽ هر وقت حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي دل کي راضي ڪندڙ هو.

٦- رب ڪريم جو فرمان آهي "اِنَّ الَّذِيْنَ سَبَقَتْ لَهُمْ مِّنَّا الْحُسْنٰىٓ اُولٰٓئِكَ عَنْهَا مُبْعَدُوْنَ لَا يَسْمَعُوْنَ حَسِيْسَهَا وَهُمْ فِيْ مَا اشْتَهَتْ اَنْفُسُهُمْ خَالِدُوْنَ لَا يَحْزُنُهُمُ الْفَزَعُ الْاَكْبَرُ وَتَتَلَقّٰهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ هٰذَا يَوْمُكُمُ الَّذِيْ كُنْتُمْ تُوْعَدُوْنَ" . (٢) بلاشڪ اهي ڀانها جن جي لاءِ اسان جي طرفان اڳئي چڱائي لکيل آهي اهي ان (دوزخ) کان پري ڪيل هوندا ان جي ڀُڻڪ بہ نہ ٻڌندا ۽ جيڪي سندن وجود خواهش ڪندا ان ۾ هميشه رهيا پيا هوندا انهن کي وڏو خوف غمگين نہ بنائيندو ۽ انهن سان ملائڪ ملاقات ڪندا (۽ کين چوندا تہ) هي آهي اوهان جو اهو ڏينهن جنهن جو وعدو ڏنا ويا هيئو.

(١) روح البيان صـ٤٠٨ جلد ١٠ التفسير الكبير صـ١٤٥ جزء ٣١ (٢) سورة الانبياء آيت عـ١٠١-١٠٢-١٠٣

# وضاحت.

هتي حُسنىٰ مان مراد ازلي سعادت ۽ اطاعت جي توفيق آهي. (١) مطلب تہ جيڪي ازلي سعادت مند. الاهي اطاعت ڪندڙ ٻانهــا آهن اهي صــرف پلصراط تان لنگھڻ کان سواءِ دوزخ کان بالڪل اڻڄاڻ پري هوندا جو ان ۾ رهڻ وارن جو ڀُڻڪو بہ نہ ٻڌندا ۽ پلصراط تان لنگھڻ وقت بہ ڪين ڪا تڪليف محسوس نہ ٿيندي نهايت عيش ۽ آرام سان جنت جا مزا ماڻيندا ۽ جنتي ٻيا ماڻهو سخت غمگين ۽ پريشان هوندا اتي ڪين وڏي مان وڏو ڊپ بہ ڪجھہ نہ ڪندو، هر طرح جي گھبراهٽ کان محفوظ هوندا ۽ جڏهن قبرن مان اٿندا يا جنت ۾ داخل ٿيندا تہ انهن سان ملائڪ ملاقات ڪري ڪين خوشخبري ڏيندا تہ جنهن دائمي مسرت ۽ خوشيءَ ملڻ جو اوهان سان وعدو ڪيو ويو هو ان جي پوري ٿيڻ جو هي ڏينهن آهي. (٢) محمد بن حاطب جو بيان آهي تہ مون حضرت علي رضي الله عنه کان منبر تي تشريف فرما هوندي ٻڌو. ان هي آيتون پڙهي فرمايو تہ: مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ "اِنَّ عُثمَانَ مِنهُم" (٣) يعني عثمان

(١) روح المعاني صـ٩٧ جزء١٧ جلد٦ (٢) حاشيه عثمانيه صـ ٤٤٠
(٣) تفسيرالجامع لاحكام القرآن للقرطبي صـ٣٤٥ جلد١١

انهن(آيتن ۾ ذڪر ڪيلن ٻانهن)مان آهي.

٧- "هَلْ يَسْتَوِيْ هُوَ وَمَنْ يَّأْمُرُ بِالْعَدْلِ وَهُوَ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ" (١) ڇا اهو (گونگو غلام) ۽ جيڪو سڌي واٽ تي هوندي انصاف جو امر تو ڪري (اهي ٻئي) برابر آهن؟ هتي جنهن کي عدل جو امر ڪندڙ ۽ سڌي واٽ تي هوندڙ سڏيو ويو آهي ان مان مراد حضرت عثمان رضي الله عنه آهي. ان سان حق نہ چوندڙ گونگو ۽ حق تي نہ هلندڙ انڌو ڪافر برابر ناهن. اهو سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما جو قول آهي. (٢)

٨- الله جل شانه جو فرمان آهي تہ "وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ" (٣) ۽ هڪ ٻئي کي حق جي وصيت ڪيائون.

## وضاحت.

مطلب تہ نقصان کان اهي بچندا جيڪي ايمان ۽ عمل صالح سان گڏ هڪ ٻئي کي حق چوندا حق تي هلڻ جي تبليغ ڪندا. مفسرِ قرآن علامه ڪمال الدين حسين الواعظ لکيو آهي تہ آيت جو اهو حصو حضرت

(١) سورة النحل آيت ع٧٦ (٢) الرياض النضرة جلد٢ (٣) سورة العصر آيت ع٣ (۴) تفسير حسيني فارسي ص٩٦٣

عثمان ذوالنورين رضي الله عنه جو شان آهي. (۱)
رب ڪريم جو ارشاد آهي.

۹- "رُحَمَآءُ بَيۡنَهُمۡ" (۲) پاڻ ۾ (هڪ ٻئي تي) مهربان آهن.

# وضاحت.

آيت مبارڪ جي هن حصي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته "نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ رهڻ وارا هڪ ٻئي سان همدرد ۽ هڪ ٻئي تي مهربان آهن. مفسرن لکيو آهي ته ان مان خصوصًا مراد حضرت عثمان غني رضي الله عنه آهي. (۳)جنهن پاڻ کي شهيد ڪرايو پر ڪنهن مسلمان تي پنهنجي بچاء لاءِ تلوار هلائڻ نه ڏني.

# نبوي حديثن (ﷺ)مان فضائل.
# حضرت عثمانؓ شهيد ٿيندو.

حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته

(۱) تفسير حسيني فارسي ص ۹٦۳ (۲) سورة الفتح آيت عـ۲۹
(۳) نورالعرفان صـ۸۲۱

رســول الله صلى الله عليــه وسلم جن أُحُد جبل تي
چڙهيا ساڻن گڏ حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽
حضرت عثمان (رضي الله عنهم) به هئا جبل ڇُرڻ لڳو
ته رسـول الله صلى الله عليـه وسلم جن ان کي پنهنجو
پير (مبارڪ) هڻي فرمايو "ثابت رهه توتي نبي،
صديق ۽ ٻن شهيدن (حضرت عمر ۽ حضرت عثمان)
کان سواءِ ڪير به ناهي". (١)

# وضاحت.

هن حديث پاڪ مان واضح ٿيو ته حضرت عثمان
رضي الله عنه شهيد ۽ شهادت جي شان جو مالڪ
آهي جنهن جي شهادت جا شاهد نبي پاڪ صلى الله
عليه وسلم جن پاڻ آهن.

# حضرت عثمان رضي الله عنه يقيناً بهشتي آهي.

نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "مَنۡ

(١) بخاري صـ٥٢٣ جلد٢

يَحْفُرُ بِئْرَ رُوْمَةَ فَلَهُ الْجَنَّةُ" جنهن رومه جو کوهہ (خريد ڪري) کوٽايو تہ اُن جي لاءِ بهشت آهي" اهو فرمان ٻڌي، حضرت عثمان رضي الله عنه اهو کوهہ کوٽايو. (١)

## وضاحت.

هن مان ثابت ٿيو تہ بهشت حضرت عثمان رضي الله عنه جي ملڪيت آهي ڇوتہ "فَلَهُ" ۾ لام تمليڪ جو آهي. ۽ بهشت جنهن جي ملڪيت آهي ان جي شان ڪي بہ بهشتي مڃيندا.

## ٣- حضرت عثمان رضي الله عنه امتحان ۾ ڪاميابيءَ سان بهشتي ٿيو.

حضرت ابوموسىٰ کان روايت آهي تہ: مان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان مدينه (منوره) جي باغن مان هڪ باغ ۾ گڏ هوس تہ هڪ مرد اچي دروازي کولڻ جي طلب ڪئي نبي پاڪ صلى الله عليه

(١) صحيح بخاري ص ٥٢٢ جلد ٢

وسلم جن فرمايو "ان جي لاءِ دروازو کول ۽ کيس بهشتي هجڻ جي بشارت ڏي" مون دروازو کوليو ته اهو (حضرت) ابوبکر رضي الله عنه هو مون ان کي اها بشارت ٻڌائي جنهن جو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو هو اهو ٻڌي انهيءَ (ان نعمت تي) الله جو حمد ڪيو ان کان پوءِ ٻئي مرد اچي دروازي کولڻ جي طلب ڪئي ته نبي (پاڪ) صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "ان لاءِ به دروازو کول ۽ کيس بهشت جي بشارت ڏي" مون درواز کوليو ته اهو (حضرت) عمر رضي الله عنه هو. مون ان کي به حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو فرمان ٻڌايو ته ان به الله جو حمد ڪيو. تنهن کان پوءِ وري هڪ مرد دروازي کولڻ جي طلب ڪئي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "ان لاءِ به دروازو کول ۽ کيس هڪ آزمائش پهچڻ (۽ ان ۾ ڪامياب ٿيڻ جي) ڪري بهشت جي بشارت ڏي" اهو (حضرت) عثمان رضي الله عنه هو مون ان کي به اهو ٻڌايو جيڪو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو هو ته ان به الله جو حمد ڪري چيو ته: "الله کان ئي مدد طلب ڪيل آهي" (١)

(١) بخاري شريف صـ٥٦٢ جلد٢ مسلم شريف صـ٢٧٧ جلد٢

# ٤- حضرت عثمان لاءِ بهشت آهي

نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "جنهن تڪليف ۾ پيل لشڪر (تبوڪ جي جنگ وارن) کي مدد ڏئي تيار ڪيو ان لاءِ بهشت آهي" ۽ اها خدمت (حضرت) عثمان (رضي الله عنه) ڪئي هئي. (١)

# وضاحت.

مذڪوره بنهي روايتن مان ثابت ٿيو ته حضرت عثمان غني رضي الله عنه يقينًا بهشتي آهي.

# ٥- حضرت عثمان نبي پاڪ ﷺ جن جو بهشت ۾ رفيق آهي.

طلحة بن عبيدالله ۽ حضرت ابوهريره رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "لِكُلِّ نَبِيٍّ رَفِيْقٌ وَرَفِيْقِيَ (يعني فِى الْجَنَةِ) عثمَانَ" (١) "هر نبي جو رفيق هوندو ۽ منهنجو

(١) صحيح بخاري صـ٥٢٢ جلد٢ (٢) ترمذي صـ٢١٠ جلد٢ سنن ابن ماجه صـ١١ الاصابة صـ٤٦٢ جلد٢ فضائل الصحابة صـ٤٦٦ جلد١

(يعني بهشت ۾) رفيق عثمان آهي"

## وضاحت.

هن روايت مان واضح آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه حضور ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جو هتي تہ ساٿي هو پر اهو بهشت ۾ بہ سندن ساٿي هوندو.

## ٦- حضرت عثمان رضي الله عنه تي ڪو ٻيو نفلي ڪم ناهي.

عبدالرحمان بن خباب کان روايت آهي تہ مان نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ ان وقت حاضر ٿيس جنهن وقت پاڻ "جيش العسرة" (غزوهء تبوڪ) جي لاءِ امداد ڪرڻ جو حرص ڏياري رهيا هئا حضرت عثمان بن عفان اٿي عرض ڪيو تہ مون تي پاڪڙن ۽ پلڻن سميت في سبيل الله سؤ اٺ آهن. وري نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن حرص ڏياريو تہ (حضرت) عثمان رضي الله عنه وري اٿي عرض ڪيو "مون تي پاڪڙن سميت في سبيل الله بہ سؤ اٺ آهن،

نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ٽيون ڀيرو حرص ڏياريو تہ (حضرت) عثمان ٽيون ڀيرو اٿي عرض ڪيو تہ ”مون تي في سبيل الله پاڪڙن ۽ پلاڻن سميت ٽي سؤ اٺ آهن. مون ڏٺو تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن منبر تان لهندي بہ ڀيرا فرمايو ”هن ڪان پوءِ جو ڪجهہ عثمان ڪيو ان تي ناهي“. (١)

## وضاحت.

يعني حضرت عثمان رضي الله عنه تي هن ڪان پوءِ گهٽا نفلي عمل ناهن ڇوتہ هن هڪ پلي ڪم ڪيس گهڻن نفلي ڪمن ڪان ڪفايت ڪري ڇڏي آهي. (٢)

## ٧- حضرت عثمان رضي الله عنه هدايت تي آهي.

أبوالاشعث ڪان روايت آهي تہ: نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن اچڻ وارن فتنن جو ذڪر ڪري رهيا هئا تہ عين ان وقت هڪ شخص ڪپڙي ۾ منهن

(١) ترمذي صـ٢١١ جلد٢ (٢) حاشيه ترمذي عـ۴ صـ٢١١ جلد٢

ويڙهي لنگهيو پاڻ فرمايائون تہ "ان ڏينهن هي هدايت تي هوندو" مان ان ڏانهن اٿي ويس تہ اهو حضرت عثمان بن عفان هو مون ڪين عرض ڪيو تہ "هي؟" فرمايائون تہ "هائو" (١)

## وضاحت.

هن مان ثابت ٿيو تہ حضرت عثمان رضي الله عنه جي هدايت تي هجڻ جوشاهد رسول الله صلى الله عليه وسلم پاڻ آهي.

## ٨- نبي پاڪ ﷺ جن حضرت عثمان رضي الله عنه جي دشمن جي جنازي نماز نہ پڙهائي.

حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وٽ جنازي نماز پڙهائڻ جي لاءِ هڪ شخص آندو ويو پر پاڻ ان جي

(١) ساڳيو حوالو سنن ابن ماجه ص١١

جنازي جي نماز نہ پڙهايائون، عرض ڪيو ويو تہ "يارسول الله! هن ڪان اڳي اسان ڪڏهن بہ اوهان کي نہ ڏٺو آهي جو ڪنهن جي جنازي نماز نہ پڙهايو؟ پاڻ فرمايائون تہ "هي عثمان سان بغض رکندو هو ان ڪري الله بہ هن سان ناراض آهي." (١)

# ٩- حضرت عثمان رضي الله عنه جي حضور ڪريم ﷺ جن جي ٻن نياڻين سان شادي الاهي وحي سان ٿي هئي.

حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن (حضرت) عثمان رضي الله عنه کي مسجد جي دروازي تي ملي فرمايو تہ "اي عثمان! هي جبريل آهي مون کي ٻڌائي پيو تہ الله منهنجي نياڻي ام ڪلثوم سان تنهنجي شادي ان مهر ۽ محبت جي شرط سان ڪرائي آهي جيڪو (منهنجي توکي ڏنل پهرين ۽ نياڻي ۽) رقيہ جو هو" (٢)

(١) ترمذي صہ٢١٢ جلد٢(٢) سنن ابن ماجہ صہ١١

# ١٠ - شهادت جي قميص نہ لاهجان.

سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن (حضرت) عثمان رضي الله عنه کي فرمايو ”اي عثمان! جيڪڏهن الله توکي هڪ ڏينهن هن امر (خلافت) جو والي بنايو ۽ منافقن ارادو ڪيو تہ توکان اها (شهادت جي) قميص لاهن جيڪا توکي الله پارائي آهي تہ تون اها نہ لاهجان“ پاڻ اهو ٽي ڀيرا فرمايائون. (١)

# وضاحت.

هن حديث مان واضح ٿيو تہ ”حضرت عثمان رضي الله عنه کي منافق پسند نہ ڪندا ۽ سچن مؤمنن کي تمام گهڻو پيارو هو، آهي ۽ رهندو.

---

(١) ساڳيو حوالو

# ١١- نبي ڪريم ﷺ جن حضرت عثمان رضي الله عنه کي شهادت جي بشارت ٻڌائي هئي.

سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته ”نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن (دنيا تان ظاهري رحلت ڪرڻ واري) مرض ۾ فرمايو ”ڪاش! مون وٽ منهنجو ڪو اصحابي هجي ها“ اسان عرض ڪيو ته ”ابوبڪر کي سڏ ڪيون؟ ته پاڻ خاموش رهيا وري عرض ڪيوسين ته ”عمر کي سڏيون؟ ته به خاموش رهيا وري عرض ڪيوسين ته عثمان کي سڏيون، فرمايائون ”هائو“ پوءِ عثمان آيو ۽ پاڻ ان سان پنهنجي منهن ڳالهائڻ شروع ڪيائون ته ان جي منهن تي غم جا آثار نظر آيا“ ۽ جا ڳالهايائون ان جي وضاحت حضرت عثمان رضي الله عنه سندس گهر تي مخالفن جي گهيراء وقت ڪئي هئي ته ”مون سان نبي (پاڪ) صلى الله عليه وسلم جن هڪ عهد ڪيو هو مان ان ڏانهن وڃي رهيو آهيان“ (١)

(١) سنن ابن ماجه صـ١١ تهذيب الڪمال صـ١٢٨ جلد٥

# ١٢- حضرت عثمان رضي الله عنه نبي كريم ﷺ جن جي نياڻي هجڻ جي ڪري به جهنم کان آزاد آهي.

رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "سَاَلْتُ رَبِّيْ عَزَّوَجَلَّ اَنْ لَّايُدْخِلَ النَّارَ مَنْ صَاهَرَ اِلَيَّ اَوْصَاهَرْتُ اِلَيْهِ" (١) مون الله کي عرض ڪيو آهي ته جنهن مون کي سڳ ڏنو يا مون ان کي ڏنو ان کي جهنم جي باهه ۾ داخل نه ڪري.

## وضاحت.

هيءَ نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن جي دعا يقينًا مقبول آهي ۽ ان دعا جي برڪت ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه به داخل ۽ شامل آهي.

(٢) تهذيب الڪمال صـ١٢٧ جلد٥

# ١٣- حضرت عثمان رضي الله عنه جي لاءِ نبي پاڪ ﷺ جن جي عجيب دعا.

حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ "مون رسول الله صلی الله عليه وسلم جن کي رات جي شروعات کان فجر جي ايرڻ تائين ڏنو تہ ٻئي هٿ کنيو (حضرت) عثمان جي لاءِ دعا گهري رهيا هئا "اَللّٰهُمَّ عُثْمَانُ رَضِيْتُ عَنْهُ فَارْضَ عَنْهُ" (١) اي منهنجا الله! مان عثمان کان راضي آهيان تون بہ ان کان راضي رهہ.

# ١٤- حضرت عثمان رضي الله عنه تي الله رحمت ڪري.

حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "رَحِمَ اللّٰهُ عُثْمَانَ تَسْتَحْيِيْهِ الْمَلَائِكَةُ" (٢) الله عثمان تي رحمت

(١) صفة الصفوه صـ١٥٦ جزء ١ الخليفة الثالث عثمان بن عفان ذي النورين صـ٣١ سير اعلام النبلاء حصه سيرالخلفاء الراشدين صـ١٥٢(٢) ساڳيو حوالو

ڪري ان کان ملائڪ (به) حياء ڪن ٿا.

# ١٥- حضرت عثمان رضي الله عنه گهڻو حيادار آهي.

حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اَرْحَمُ اُمَّتِيْ بِاُمَّتِيْ اَبُوْبَكْرٍ وَاَشَدُّهُمْ فِيْ دِيْنِ اللهِ عُمَرُ وَاَصْدَقُهُمْ حَيَاءً عُثْمَانُ. (١) منهنجي امت مان منهنجي امت تي وڏيڪ رحم ڪرڻ وارو ابوبڪر آهي ۽ انهن مان الله جي دين ۾ وڏيڪ سخت عمر آهي ۽ حياء ۾ وڏيڪ سچو عثمان آهي.

١٦- حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون ته "جلد فتنو ۽ اختلاف ٿيندو" اسان عرض ڪيو ته يارسول الله! پوءِ اسان کي ڇاتا فرمان ڪيو؟ پاڻ (حضرت) عثمان ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته "اوهان امير ۽ ان جي ساٿين کي لازم ڪري ونجو" (١)

(١) ساڳيو حوالو(٢) المستدرڪ للحاڪم ص٩٩ جلد٣

# وضاحت.

هن نبوي ارشاد مان واضح ٿيو ته فتني ۽ اختلاف جي دور ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه ۽ ان جا ساٿي حق تي هوندا جن سان گڏ رهڻ جو پاڻ حڪم فرمايائون.

# ١٧- حضرت عثمان رضي الله عنه جي مالي سخاوت ڪان محبوب ﷺ جن راضي ٿي ڪيس دعائون ڪيون.

حضرت عبدالرحمان بن سمرة رضي الله عنه ڪان روايت آهي غزوه تبوڪ جي لاءِ امداد جو حرص ڏيارڻ وقت (حضرت) عثمان (رضي الله عنه) نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي هڪ هزار دينار سندن جهوليءَ (مبارڪ) ۾ رکيا ته نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن انهن کي هٿ سان اٿلائي پُٿلائي فرمايو ”هن ڏينهن کان پوءِ عثمان کي ڪو عمل

نقصان نہ ڏيندو" ائين ڪيئن ٻيرا فرمايائون (١)

## وضاحت.

هن حديث مبارڪ مان واضح ٿيو تہ حضرت عثمان رضي الله عنه يقينًا بهشتي آهي ان کي ڪوبہ نقصان نٿو پهچي سگهي.

١٨- جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجي نياڻيءَ (ام الموءمنين) حفصہ (رضي الله عنها) جو نڪاح حضرت عثمان رضي الله عنه سان ڪرائڻ گهريو ۽ ان انڪار ڪيو تہ اها ڳالهہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن تائين پهتي جڏهن (حضرت) عمر (رضي الله عنه) سندن خدمت ۾ آيو تہ پاڻ کيس فرمايائون "اي عمر! مان توکي عثمان کان ڀلي صهري جو ۽ عثمان کي توکان ڀلي صهري جو ڏس نہ ڏيان؟ عرض ڪيائين تہ "هائو يارسول الله!" فرمايائون "تہ تون مون کي پنهنجي نياڻي نڪاح ۾ ڪري ڏي ۽ مان پنهنجي نياڻي عثمان کي نڪاح ۾ ڪري ٿو ڏيان". (١)

١٩- حضرت ابن عمر رضي الله عنه کان روايت

(١) ساڳيو حوالو ص١٠٧

آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "اَشَدُّ اُمَّتِيْ حَيَاءً عُثمانُ بنُ عَفَّانَ" (١) منهنجي امت مان سيني کان وڌيڪ سخت حياء وارو عثمان بن عفان آهي.

## وضاحت.

هن روايت مان صاف صاف ظاهر آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه ۾ حياء جي سهڻي صفت ۽ خوبي ٻين سيني کان وڌيڪ هئي.

## ٢٠- نبي پاڪ ﷺ جن پنهنجون نياڻيون حضرت عثمان رضي الله عنه کي الله جي طرفان وحي ڪرڻ جي ڪري نڪاح ڪري ڏنيون هيون.

خطيب ابن عباس کان ۽ ابن عساڪر حضرت

(١) ساڳيو حوالو ص١٠٨

بيبي عائشة رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "ان الله تعالىٰ اَوْحَىٰ اِلَيَّ ان ازوِّجَ كَرِيْمَتَيَّ، (يعني رقية وام كلثوم) مِنْ عُثْمَانَ" (١) الله جل شانه مون ڏانهن وحي موڪليو هو تہ مان پنهنجون ٻئي عزت واريون نياڻيون (رقية ۽ ام كلثوم) عثمان کي پرڻائي ڏيان. يعني هڪ جي وفات کان پوءِ ٻي.

## وضاحت.

هن کان وڌيڪ حضرت عثمان رضي الله عنه جي لاءِ اعزاز ڪهڙو ٿيندو؟ جو الله جل شانه سندس شاديءَ لاءِ پنهنجي محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي امر فرمايو.

## ٢١- حضرت عثمان رضي الله عنه وڌيڪ عزت وارو آهي.

ابونعيم حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم

(١) ساڳيو حوالو صہ ١٠٨

جن فرمايو "عُثْمَانُ اَحْيَىٰ اُمَّتِيْ وَاَكْرَمُهَا" عثمان منهنجي امت مان وڏيڪ حيادار ۽ وڏيڪ عزت وارو آهي.

## ٢٢- الله جي واٽ ۾ حضرت لوط عليه السلام کان پوءِ پنهنجي اهل سان گڏ پهريون هجرت ڪندڙ.

محدث طبراني حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّ عُثْمَانَ لَاَوَّلُ مَنْ هَاجَرَ بِاَهْلِه اِلَى اللهِ بَعْدَ لُوْطٍ" (١) بلاشڪ عثمان ئي پهريون شخص آهي جنهن (حضرت) لوط (عليه السلام) کان پوءِ الله جي رضا لاءِ پنهنجي اهل سان گڏ هجرت ڪئي هئي.

## ٢٣- حضرت ابراهيم علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام سان ملندڙ جلندڙ

ابن عدي ۽ ابن عساڪر حضرت ابن عمر رضي

(١) الصواعق المحرقة ص١٠٨

الله عنهما کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّمَا نُشَبِّهُ عُثمَانَ بِاَبِيْنَا اِبْرَاهِيْمَ" (١) اسين عثمان کي پنهنجي ابي ابراهيم سان تشبيه ڏيون ٿا.

## وضاحت.

هي بہ حضرت عثمان رضي الله عنه جو مقام آهي جو خليلِ خدا عليه السلام سان مشابہ آهي.

## ٢٤ دنيا ۽ آخرت ۾ دوست

ابويعلیٰ حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "عُثْمَانُ بن عَفَانَ وَلِيِّي فِی الدُّنْيَا وَلِيِّي فِی الْاٰخِرَةِ" عثمان بن عفان منهنجو دنيا ۽ آخرت ۾ دوست آهي.

(١) ساڳيو حوالو- الرياض النضرة ص١٤٢ جلد٢

# ٢٥- حضرت عثمان رضي الله عنه شفاعت كندو.

ابن عساكر ابن عباس كان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "لَيُدْخِلَنَّ بِشَفَاعَةِ عُثْمَانَ سَبْعُوْنَ اَلْفًا كُلُّهُمْ قَدِ اسْتَوْجَبُوا النَّارَ الْجَنَّةَ بِغَيْرِ حِسَابٍ" عثمان جي شفاعت سان اهي ستر هزار شخص جن سيني لاءِ جهنم واجب ٿي چڪو هوندو، حساب كان سواءِ جنت ۾ ضرور داخل ٿيندا.

# وضاحت.

هن حديث پاڪ مان واضح ٿيو ته حضرت عثمان رضي الله عنه اهڙو جنتي شخص آهي جيڪو هڪ يا ٻه نه پر ستر هزار جهنمين کي حساب كان سواءِ ڇڏائي جنت ۾ موڪليندو.

# ٢٦- حضرت عثمان رضي الله عنه کي پرڻايو.

طبرانيءَ عصمة بن مالڪ كان روايت آندي آهي ته

جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻي (ام ڪلثوم رضي الله عنها جيڪا حضرت عثمان کي ڏنل هئي) وفات ڪئي ته پاڻ فرمايائون "عثمان کي پرڻايو جيڪڏهن مون وٽ ٽين نياڻي هجي ها ته اها به کيس پرڻايان ها ۽ مون ان کي آسمان کان اچڻ واري وحي (جي حڪم) کان سواءِ نه پرڻايو هو" (١)

**٢٧-** ابن عساڪر حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ان فرمايو ته "مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان ٻڌو جو (حضرت) عثمان رضي الله عنه کي فرمائي رهيا هئا "جيڪڏهن مون وٽ چاليهه (٤٠) نياڻيون هجن ها ته توکي هڪ کان پوءِ ٻي پرڻائيندو رهان ها تانجو سڀ رحلت ڪري ختم ٿي وڃن ها" (٢)

## وضاحت.

هي حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي ان کي پڙهي سندس محبت جي دعوىٰ ڪندڙن کي سبق پرائي حضرت عثمان رضي الله عنه سان محبت رکڻ گهرجي.

(١) ساڳيو حوالو (٢) ساڳيو حوالو

# ٢٨- جنگ بدر ۾ موجود نہ هجڻ جي باوجود حضور ڪريم ﷺ جن ڪيس بدر وارن ۾ شمار ڪري غنيمت جي مال مان حصو ڏنو.

عثمان بن وهب ڪان هڪ ڊگهي روايت ۾ آهي تہ "حضرت عثمان رضي الله عنه پنهنجي گهرواريءَ ۽ (نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻي سيده رقية رضي الله عنها) جي بيمار هجڻ جي ڪري حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم ۽ مشوري سان ان جي علاج لاءِ مدينه منوره ۾ رهي پيو هو ۽ بدر جي جنگ ۾ حاضر نہ ٿيو هو پر پوءِ بہ حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن ڪيس فرمايو "اِنَّ لَکَ اَجْرَ رَجُلٍ مِّمَّنْ شَهِدَ بَدَرًا وَسَهْمَهٗ" (١) تنهنجي لاءِ جنگ ۾ حاضر ٿيندڙن جيترو ثواب ۽ (غنيمت جي مال مان) حصو آهي. علامه ذهبي لکيو آهي تہ مذڪوره مهرباني ڪرڻ سان گڏ پاڻ ان کي پنهنجي نياڻي ام ڪلثوم رضي الله عنها نڪاح ۾ ڪري ڏنائون. (٢)

(١) الرياض النضرة صہ١٢٨ جلد٢ (٢) سير اعلام النبلاء حصو سيرة الخلفاء الراشدين صہ١٥٠

# ٢٩- حضرت عثمان رضي الله عنه لاءِ محبوب ﷺ جن جي مخصوص دعا.

جابر بن عطية کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليہ وسلم (حضرت عثمان رضي الله عنه کي مخاطب ٿي) فرمايو "غَفَرَاللهُ لَکَ يَا عُثْمَانُ! مَاقَدَّمْتَ وَمَا اَخَّرتَ وَمَا اَسْرَرْتَ وَمَا اَعْلَنْتَ وَمَا اَخْفَيْتَ وَمَا اَبْدَيْتَ وَمَا هُوَ كَائِنَ اِلٰى يَوْمِ الْقِيَامَةِ" (١) اي عثمان! الله توکي جيڪي بہ تو اڳي ڪيو پوءِ ڪيو، لڪ ۾ ڪيو ظاهر ڪيو. لڪائي ڪيو، کلي ڪيو ۽ جيڪي بہ توکان قيامت تائين ٿيندڙ آهي بخش ڪري ڇڏيو آهي.

# ٣٠- حضرت عثمان رضي الله عنه جي جنازي نماز ۾ ملائڪ ايندا.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلی الله عليہ وسلم جن کان

(١) الرياض النضرة صہ١٢۴ جلد٢

ٻڌو پاڻ فرمايائون ”يَوْمَ يَمُوْتُ عُثْمَانُ تُصَلِّيْ عَلَيْهِ مَلَائِكَةُ السَّمَاء قُلْتُ يَارَسُوْلَ اللهِ! عُثْمَانُ خَاصَّةً اَمِ النَّاسُ عَامَّةً قَالَ ”عُثْمَان خَاصَّةً“ (١)جنهن ڏينهن عَثمان وفات ڪندو ته ان تي آسمان وارا ملائڪ (انهي جنازي جي) نماز پڙهندا مون عرض ڪيو ته هي خاص عثمان تي مهرباني آهي يا عام ماڻهن تي به؟ فرمايائون ته ”خاص عثمان تي.“

# ٣١- حضور ڪريم ﷺ جن حضرت عثمان رضي الله عنه کي پاڪر پائي بشارت ڏني.

حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه کان روايت آهي ته: اسين (مڪه مڪرمه کان) هجرت ڪري ايندڙ (حضرت) ابوبڪر، (حضرت) عمر (حضرت) عثمان (حضرت) علي (حضرت) طلحة (حضرت) زبير (حضرت) عبدالرحمان بن عوف، (حضرت) سعد بن ابي وقاص (رضي الله عنهم) پاڻ ۾ گڏ وينا هئاسون

(١) ساڳيو حوالو

تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ”هر هڪ شخص پنهنجي مٿ مائٽ ڏانهن اٿي“ ۽ پاڻ عثمان ڏانهن اٿي ان کي ڀاڪر پائي فرمايائون تہ ”دنيا ۽ آخرت ۾ تون منهنجو دوست آهين.“(١)

# ٣٢- نبي پاڪ ﷺ جن جي شاهدي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه جنتي آهي.

ان متعلق ابو موسیٰ، انس، عائشه، زيد بن ارقم عبدالرحمان بن عوف، سعيد بن زيد، زيد بن اسلم ۽ طلحة بن عبدالله رضي الله عنهم کان حديثون روايت ڪيل آهن رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ”عثمان جنتي آهي“ ۽ عبدالله بن حواله کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ”مون هڪ مرد تي هجوم ڏٺو ماڻهو سندس هٿ تي بيعت ڪري رهيا هئا ڪيس بهشت جي چادر ويڙهيل هئي اهو عثمان هو“ حضرت علي رضي الله

(١) الرياض النضرة صہ٣۴ جلد٢

عنه کان حضرت عثمان رضي الله عنه جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائين "ذَاکَ خَتَنُ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَلَى ابْنَتَيْهِ ضَمِنَ لَهُ بَيْتًا فِی الْجَنَّةِ" (١) اهو رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جو سندن ٻن نياڻين جي ڪري نياٺو آهي پاڻ ان جي بهشت ۾ گهر هجڻ جا ضامن پيا هئا.

# ٣٣- آسمان ۾ شان وارو.

زيد بن ابي اوفیٰ کان ڏگهي روايت ۾ آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن (حضرت عثمان رضي الله عنه کي سندس ڪُنيت سان سڏيندي) فرمايو" ابو عمرو! ويجهو ٿي وڃ، ابو عمرو ويجهو ٿي وڃ" اهو ايترو ويجهو ٿيو جو سندس گوڏا نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن جي گوڏن کي لڳي بيٺا. ۽ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن آسمان ڏانهن نهاري ٽي ڀيرا سبحان الله چيو ان کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه ڏانهن نهاري سندس ڪليلن ٻيڙن کي پنهنجي هٿ مبارڪ سان بند ڪري

(١) الرياض النضرة ص١٤٨ جلد٢ (٢) ساڳيو حوالو ص١٤٢

فرمايائون تہ "چادر جا پلاند نـاهي ڪلهن تي رک" تنهن کان پوءِ فـرمـايائونس تہ "اِن لَکَ لَشَانًا فِيْ اَهْلِ السَّمَاءِ" (١) بلاشک تنهنجو آسمان وارن ۾ بہ شان آهي اي ابا عـمرو! تون مون وٽ حـوض (ڪوثر) تي ان حال ۾ ايندين جو تنهنجي ڪنڌ جي رڳن مان رت پيو ٽمندو مـان توکـان پڇندس تہ "توسـان اهو حـال ڪنهن ڪيو آهي؟" تون چوندين فلاڻي، فلاڻي." (٢)

# ٣٣- حضرت عثمان شفاعت ڪندو.

حضرت حسن کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو" عثمان قيامت جي ڏينهن ربيعـة ۽ مضر قـبيلي جي مـاڻهن جيـترن مـاڻهن جي شفاعت ڪندو."(١)

٣٤- حضرت ابن عبـاس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ: رسـول الله صلی الله عليـه وسلم جن فـرمـايو، "يَطَّلِعُ عَلَيْكُمْ مِنْ هٰذَا الْفَجِّ رَجُلٌ مِنْ اَهْلِ

(١) الرياض النضرة صـ ١٤٠ جلد ٢ (٢) ساڳيو حوالو صـ ١٤٢
(٣) فضائل الصحابة صـ٤٥٤ جلد١

الْجَنَّةِ" (فاطلع عثمان بن عفان) اوهان وٽ هن گهٽ
ڪان هڪ جنتي ماڻهو اچي رهيو آهي" پوءِ عثمان بن
عفان آيو.

٣٥- حضرت ابن عمر رضي الله عنهما ڪان
روايت آهي ته مان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن
سان گڏ هوس ته اوچتو هڪ شخص سندن خدمت ۾
اچي سائن هٿ ملايو ۽ رسول الله صلى الله عليه
وسلم جن پنهنجو هٿ سندس هٿ مان تيستائين نه
ڪڍيو جيستائين ان پاڻ هٿ نه ڪڍيو پوءِ ان عرض
ڪيو ته، يارسول الله! عثمان آيو آهي، پاڻ فرمايائون ته
"اهو ماڻهو بهشتين مان آهي". (١)

٣٦- مخدوم عبدالله ته واري پنهنجي قلمي
بياض ۾ نقاية الاثر جي حوالي سان حضرت ابوهريرة
رضي الله عنه ڪان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى
الله عليه وسلم جن (حضرت) عثمان رضي الله عنه
جي طبيعت ناساز هجڻ جو ٻڌي سندس گهر تشريف
فرما ٿيا ۽ اسين به سندن (ذات عالي صفات) سان گڏ
هئاسون. ان وقت (حضرت) عثمان رضي الله عنه زمين
تي مٿو رکي الله جي بارگاهه ۾ سجدو ڪري رهيو هو.

(١) مجمع الزوائد للهيتمي صـ٨٧ جزء ٩جلد٥

نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن ڪيس فرمايو ته "زمين تان منهن مٿي ڇو نٿو ڪڍين؟ عرض ڪيائين ته الله (جل شانه) کان حياء ٿو اچي ته مان ڪهڙو منهن ڪڍي مٿي نهاريان؟ (مون ڪي خاص عمل نه ڪيا آهن) متان الله ناراض هجي" نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن ڪيس فرمايو ته "ڇا تو بير رومه وٺي نه ڏنو آ؟ ڇا تو تبوڪ جي جنگ لاءِ (تمام گهڻو) مال نه ڏنو آ؟ ڇا تو منهنجي مسجد کي ديگهه ۽ ويڪر ۾ نه وڌايو آ؟ ڇا تو الله جي رضا ۽ منهنجي محبت ۾ پنهنجا مال خرچ نه ڪيا آهن؟ توکي ڏسي آسمان جا ملائڪ حياء ڪندا آهن اسان کي الله جي طرفان جبريل هي پيغام پهچايو آهي ته "عثمان آسمانن، جنت ۽ زمين جو نور آهي" (١)

٣٧- هڪ ڀيري رسول الله صلی الله عليه وسلم جن کي اصحابن سڀني رضي الله عنهم عرض ڪيو ته يارسول الله! "صلی الله عليه وسلم" اسان کي بهشتي ماڻهون ڏيکاريو پاڻ فرمايائون ته "نبي جنتي آهي ۽ عثمان جنتي آهي. (٢)

(١) قلمي بياض صـ٨٣ (٢) فضائل الصحابة صـ٥٤١ جلد١

٣٨- سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ "جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن مدينه (منوره) جي مسجد جو بنياد رکيو تہ (پهريان پاڻ) هڪ پٿر رکيائون، ان کان پوءِ (حضرت) ابوبکر پٿر رکيو ان کان پوءِ (حضرت) عمر پٿر رکيو ان کان پوءِ (حضرت) عثمان پٿر رکيو، جڏهن نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان ان ترتيب جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون "هُمْ اُمَرَاءُ الْخِلَافَةِ مِنْ بَعْدِيْ" (١) هي مون کان پوءِ خلافت جا امير آهن.

## وضاحت.

هن حديث پاڪ مان واضح ٿيو تہ حضرت ابوبکر حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهم کي حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن اڳي ئي اها بشارت ڏني هئي تہ اهي مؤمنن جا امير ٿيندا.

٣٩- ليث بن ابي سليم فرمايو تہ "حضرت عثمان ماڪيءَ سان ملايل هڪ عجيب قسم جو کاڌو حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي لاءِ سندن اهليه ام سلمه رضي الله عنها جي گهر موڪلي ڏنو.

(١) البداية والنهاية ص٢٠٥ جز٧

ان وقت پاڻ ڪيڏانهن ٻاهر ويل هئا جڏهن آيا ته اهو سندن خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. پڇيائون ته "هي ڪنهن موڪليو آهي؟ عرض ڪيائون ته "عثمان" پوءِ پاڻ آسمان ڏانهن هٿ کڻي دعا گهريائون ته "يا الله! عثمان تنهنجي رضا طلب ڪري ٿو تون ان تي راضي ٿيءُ" (١)

٤٠- حضرت امام حسن رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّ اَبَابَكْرٍ مِنِّي بِمَنْزِلَةِ السَّمْعِ وَاِنَّ عُمَرَ مِنِّيْ بِمَنْزِلَةِ الْبَصَرِ وَاِنَّ عُثْمَانَ مِنِّيْ بِمَنْزِلَةِ الْفُؤَادِ - ڪتاب معاني الاخبار للشيخ الصدوق صـ ١١٠ طبع ايران، قديم يعني ابوبڪر منهنجي (پاڪ) ڪن وانگر آهي ۽ عمر منهنجي (پاڪ) اک وانگر آهي ۽ عثمان منهنجي (پاڪ) دل وانگر آهي. (٢)

# ٤١- حضرت عثمان جو دشمن بدنصيب آهي.

حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت

(١) البداية والنهاية صـ٢١٣ جزء٧ (٢) رحماء بينهم صـ١٠٨ جلد٣

آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "قيامت جي ڏينهن عثمان کي ان حال ۾ آندو ويندو جو سندس ڪنڌ مبارڪ جي رڳن مان رت پيو ٽمندو. ان جو رنگ تہ رت جهڙو هوندو پر ان ۾ خوشبوءِ مشڪ جي هوندي عثمان کي نور جا ٻہ وڳا پارائي پل صراط وٽ هڪ منبر تي وهاريو ويندو ۽ ايمان وارا سندس منهن (مبارڪ) جي نور سان ان تان لنگهندا ويندا" (١)

## ٤٢- بيعة الرضوان ۾ نبي پاڪ ﷺ جن جي پنهنجي هٿ مبارڪ کي حضرت عثمان جو هٿ قرار ڏنو.

نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن هجرت جي ڇهين سال ذوالقعده مهيني ۾ چنڊ جي پهرين سومر جي ڏينهن عمره ڪرڻ جي ارادي سان حديبيه ڏانهن روانا ٿيا. (٢) ۽ سندن اتي پهچڻ کان پوءِ جڏهن مڪه

(١) الرياض النضرة صـ١٤٨ جلد٢ (٢) مدارج النبوة صـ٣٤٥ جلد٢

مڪرمه جي رهاڪو ڪافرن سندن مڪه مڪرمه ۾ اچڻ جو ٻڌو ته ڪين اچڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿيا. هڪ ٻئي جي ڳالهه ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي لاءِ قاصد ايندا رهيا، قاصد ته مطمئن ٿي ويا ٿي پر اهي مطمئن نه ٿي ٿيا پوءِ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي طرفان انهن کي سمجهائڻ جي لاءِ حضرت عثمان رضي الله عنه کي روانو ڪيو ويو جڏهن پاڻ اتي پهتو ته اهي حضور پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کي مڪه مڪرمه ۾ اچڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ ته تيار نه ٿيا البته حضرت عثمان رضي الله عنه کي اجازت ڏنائون ته: اوهان اسان جا مهمان آهيو اوهان ڀلي بيت الله جو طواف ڪيو. پاڻ انهن کي جواب ۾ فرمايائين ته "مَاكُنْتُ لِاَفْعَلَ حَتّٰى يَطُوْفَ بِهٖ رَسُوْلُ اللهِ" (١) مان تيستائين طواف نه ڪندس جيستائين رسول الله صلى الله عليه وسلم جن طواف نه ڪندا - حضرت عثمان رضي الله عنه جي مڪه مڪرمه ۾ پهچڻ جو ٻڌي ڪن اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جي دل ۾ اهو خيال اچي رهيو هو ته حضرت عثمان ڪيڏو خوش نصيب آهي جو (عمره) ۽ طواف ڪيو هوندائين. انهن ان

(١) السيرة النبوية للزيني دحلان ص ١٨٥ جلد ٢

جذبات جو اظهار جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان ڪيو تڏهن پاڻ فرمايائون ته "مان نٿو سمجهان ته اسين هتي احرام سان وينا آهيون ۽ ان طواف ڪيو هوندو" جڏهن حضرت عثمان واپس آيو ته اصحابن ڀلارن ڪانئس پڇيو ته "تو بيت الله جو طواف ڪيو؟" پاڻ جواب ۾ فرمايائين ته "مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي (قدرتي) هٿ ۾ منهنجو ساهه آهي ته جيڪڏهن مان ڪئين سال مڪه ۾ رهان ها ته به جيستائين رسول الله صلى الله عليه وسلم جن طواف نه ڪن ها مان به طواف نه ڪيان ها" اوهان جو اهو گمان اجايو هو. (١) شيعن جي معتبر ڪتاب فروع ڪافي ڪتاب الروضه ص٢٣٨ جلد٢- ۾ لکيل آهي ته (جڏهن حضرت عثمان مڪه مڪرمه ۾ پهتو تڏهن) مسلمانن چيو ته "عثمان جي خوش قسمتي آهي جو بيت الله جو طواف ڪري صفا ۽ مروة ۾ ڊوڙي احرام کوليو هوندائين رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "ائين نه ڪندو) جڏهن حضرت عثمان آيو ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پڇيس ته "ڇا بيت الله جو طواف ڪيو هئي؟" عرض ڪيائين ته "الله جي

(١) ساڳيو حوالو- زادالمعاد ص٢٩١ جلد٢

رسول (صلى الله عليه وسلم) طواف نہ ڪيو هو تہ مان طواف ڪيئن ڪندس؟" (١) پر جڏهن مڪه مڪرمه وارن ڪجهہ ڏينهن حضرت عثمان رضي الله عنه کي ڳالهين جي لاءِ پاڻ وٽ روڪي ڇڏيو ۽ ان دوران هڪ افواهہ هليو تہ مڪه مڪرمه وارن حضرت عثمان رضي الله عنه کي شهيد ڪري ڇڏيو تڏهن حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ "جيستائين عثمان جي خون جو بدلو نہ وٺنداسون تيستائين هتان واپس نہ وينداسون، اصحابن کي فرمايائون تہ اهي سرجي سودي ڪرڻ جي لاءِ بيعت ڪن ۽ ان بيعت وٺڻ جو اعلان حضرت عمر رضي الله عنه کان هن طرح ڪرايائون "اِنَّ رُوْحَ الْقُدُسِ نَزَلَ عَلٰى رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَاَمَرَ بِالْبَيْعَةِ فَاخْرُجُوْا عَلَىَ اسْمِ اللهِ وَبَايِعُوْا" (٢) بلاشڪ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وٽ جبريل لهي آيو آهي ۽ بيعت جو امر ڪيو اٿس پوءِ الله جي نالي تي نڪرو ۽ بيعت ڪيو. پوءِ اتي موجود سڀني اصحابن بيعت ڪندي چيو تہ ڪيترو بہ سخت مقابلو هوندو منهن ڏينداسين ميدان نہ ڇڏينداسين. جڏهن سڀئي بيعت ڪري فارغ

(١) ضياء النبي صلى الله عليه وسلم ص١٤١ جلد٤(١) ساڳيو حوالو

ٿيا تڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پنهنجو سڄو هٿ مبارڪ کٻي هٿ مبارڪ تي رکي فرمايو "اَللّٰهُمَّ هٰذِهِ عَنْ عُثْمَانَ فَاِنَّهٗ فِي حَاجَتِکَ وَحَاجَةِ رَسُوْلِکَ" (١) ياالله! هيءَ بيعت عثمان جي طرفان آهي ڇوته اهو تنهنجي ۽ تنهنجي رسول (صلى الله عليه وسلم) جي ڪم سان ويل آهي، علامه زيني دحلان لکيو آهي ته "وَمَاذَالِکَ اِلاَّ لِاَنَّهٗ عَلِمَ بِعَدَمِ صِحَةِ الْقَوْلِ بِقَتْلِهٖ" (٢) يعني اهو ان جي ڪري فرمايو هيائون جو کين علم هو ته حضرت عثمان کي شهيد ڪرڻ وارو قول صحيح ناهي.

## وضاحت.

مذڪوره واقعي مان واضح ٿيو ته حضرت عثمان الله جل شانه ۽ ان جي حبيب پاڪ صلى الله عليه وسلم کي نهايت پيارو آهي جو نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي هٿ مبارڪ کي ان جو هٿ قرار ڏئي انهيءَ جي پاران بيعت ڪئي ۽ اهو به ثابت ٿيو ته حضرت عثمان تي سندن پورو پورو اعتماد هو

(١) ساڳيو حوالو (٢) السيرة النبوية للزيني دحلان صہ ١٨٥

جو ٻڌايائون تہ مون کان سواءِ بيت الله شريف جو طواف ۽ عمره نہ ڪندو.

اها بيعت واري ڳالهہ شيعي عالم ڪليني بہ فروع ڪافي ڪتاب الروضہ صـ٢٣٨ جلد٢ تي لکي آهي. (١)

# حضرت عثمان جو مقام اصحاب ڪرام (رضي الله عنهم) جي نظر ۾.

١- ام المؤمنين سيده عائشہ رضي الله عنها فرمايو تہ "عثمان وڏيڪ مائٽي ڳنڍيندڙ الله کان وڏيڪ ڊڄندڙ هو. ۽ پاڻ نهايت پاڪ دامن پرهيزگار هو" (٢)

٢- جڏهن حضرت عثمان جي بيعت ڪئي وئي تہ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه فرمايو "اسان پاڻ مان ڀلي جي بيعت ڪئي آهي ۽ اسان ان معاملي ۾ ڪا بہ ڪوتاهي نہ ڪئي آهي" (٣)

٣- سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه کان

(١) ضياءالنبي صلى الله عليه وسلم صـ١۴۴ جلد۴(٢) تهذيب التهذيب صـ١۴١ جلد٧ فضائل الصحابة صـ۴٥٥ جلد(٣) ساڳيو حوالو

پڇيو ويو تہ: اسان کي عثمان جي متعلق ٻڌايو؟ پاڻ فرمايائون تہ "عثمان اهو مڙس آهي جنهن کي ملا اعلىٰ ۾ ذوالنورين سڏيو ويندو آهي" هڪ روايت ۾ فرمايائون تہ "اهو اسان مان وڏيڪ مائٽي ڳنڍيندڙ آهي" هي ٽئي ارشاد حضرت علامہ ابنَ حجر عسقلاني عليه الرحمة الاصابة ۾ بہ روايت ڪيا آهن. (١)

٤- حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو تہ "اسين رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي دؤر ۾ جڏهن اصحابن (رضي الله عنهم) جو ذڪر ڪندا هئاسون تہ پاڻ ۾ چوندا هئا سون "ابوبڪر، تنهن کان پوءِ عمر تنهن کان پوءِ عثمان" (٢) (رضي الله عنهم).

٥- حضرت براء بن عازب رضي الله عنه فرمايو تہ "(حضرت) عثمان ۽ (حضرت) علي رضي الله عنهما کي بروَ نہ چئو اهي منهنجا پيائر ۽ دوست آهن ان الله جو قسم آهي جنهن جي قدرتي هٿ ۾ (حضرت) محمد مصطفىٰ (صلى الله عليه وسلم) جو ساهہ (مبارڪ) هو تہ انهن مان هر هڪ جي رسول صلى الله عليه وسلم جن وٽ هڪ گهڙي دنيا ۽ جيڪو ان ۾ آهي ان کان ڀلي آهي. (٣)

(١) الاصابة صـ٤٢٢- ٤٦٣ جلد٢ (٢) سير اعلام النبلاء حصو سير الخلفاء الراشدين صـ١٥٤ (٣) الرياض النضرة صـ١٥٢

٦- حضرت خارجه بن زيد فرمايو "(حضرت) عثمان مؤمنن جو امير، پاڪ، صاف ۽ ماڻهن جون گهٽيون غلطيون معاف ڪندڙ هو. (١)

٧- ام الموءمنين عائشه رضي الله عنها جو بيو فرمان آهي ته (حضرت عثمان) "مظلوم ٿي شهيد ڪيو ويو الله ان جي قاتلن تي لعنت ڪري" (٢)

٨- حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته "مون خواب ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو ان حال ۾ ديدار ڪيو جو پاڻ (حضرت) عثمان جي ڪلهي تي هٿ رکي فرمائي رهيا هئا "اوهان جو ان وقت ڪهڙو حال ٿيندو جڏهن پنهنجي اڳواڻ کي شهيد ڪندؤ، پنهنجين تلوارن سان پاڻ ۾ وڙهندؤ ۽ اوهان جي دنيا جا وارث اوهان مان نهايت بڇڙا ماڻهو ٿيندا. منهنجي امت لاءِ تڏهن ويل هوندو، جڏهن ائين ڪندا" (٣)

٩- محمد بن حنفيه رضي الله عنه کان روايت آهي ته: حضرت علي رضي الله عنه کي اها خبر پهتي ته سيده عائشه حضرت عثمان جي قاتلن تي لعنت ٿي ڪري ته پاڻ به ٻئي هٿ مٿي ڪٽي فرمايائون "مان به عثمان جي قاتلن تي لعنت ٿو ڪريان الله انهن تي پٽ

(١) الرياض النضرة صـ١٥٢ جلد٢ (٢) ساڳيو حوالو (٣) ساڳيو حوالو

۽ جبل جيتري لعنت ڪري. اهو ٻه ڀيرا فرمايائون" (١)

# تابعين عظام جي نظر ۾.

١- حضرت حسن (بصري) فرمايو ته "حضرت عثمان خلافت وارن ٻارهن سالن ۾ ڪوبه اهڙو ڪم نه ڪيو جيڪو انڪار ڪرڻ جهڙو هجي".

٢- ابن سيرين فرمايو ته "حضرت عثمان رضي الله عنه حج جي احڪامن جو وڌيڪ علم رکندڙ هو". (٢)

٣- طاؤس نالي هڪ بزرگ ٻڌو ته هڪڙو شخص ٻئي کي چئي رهيو هو "مون توکان وڌيڪ بڇڙو شخص ڪوبه نه ڏٺو آهي" ته حضرت طاؤس فرمايو: تو حضرت عثمان رضي الله عنه جا قاتل نه ڏٺا هئا. (٣) مطلب ته اهي سيني کان وڌيڪ بڇڙا هئا جيڪي تو نه ڏٺا هئا اهي ڏسين ها ته ائين نه چوين ها.

٤- ابن شهاب فرمايو ته "جيڪڏهن عثمان بن عفان ۽ زيد بن ثابت ٿورو وقت (اڳ ۾) رحلت ڪري

---

(١) فضائل الصحابة صـ٤٥٥ جلد١ (٢) سير اعلام النبلاء صـ١٥٥-١٥٨ حصو سيرت الخلفاء الراشدين (٣) فضائل الصحابة صـ٥٩ ج١

وجن ها تہ ورثي جو علم بہ نہ رهي ها. (١)

٥- مهلب بن ابي صفرة فرمايو تہ: مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي اصحابن رضي الله عنهم کان پڇيو تہ "اوهان عثمان جي لاءِ ڇوتا چئو تہ "اسان کان مٿاهون ۽ گهڻو بلند آهي؟ انهن فرمايو تہ "انهيءَ جي ڪري جو ڪنهن بہ شخص پهرين توڙي پوئين مان ان کان سواءِ ڪنهن نبي جي ٻن نياڻين سان هڪ ٻئي کان پوءِ شادي نہ ڪئي آهي.

# ڪرامتون.

## ١- هٿ ۾ پٿرين تسبيح پڙهي.

حضرت ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ".مان اها طلب رکندو هوس تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان فراغت جي حالت ۾ وهان تانتہ ڪائنن ڪي خاص ڳالهيون ٻڌان- پوءِ (مان سندن خدمت عاليہ ۾ ويٺو هوس تہ) ابوبڪر آيو ان کان پوءِ عمر ان کان پوءِ عثمان، (رضي الله عنهم تشريف فرما

(١)فضائل الصحابة صـ٥٩ ج١

تيا) رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ڪجهه پٿريون پنهنجي هٿ (مبارڪ) ۾ ورتيون ته اهي سندن هٿ (مبارڪ) ۾ تسبيح پڙهڻ لڳيون تانجو ماکيءَ جي مکين وانگر انهن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو پاڻ اهي (حضرت) ابوبڪر کي ڏنائون ته ان جي هٿ (مبارڪ) ۾ به تسبيح پڙهيائون، انهن کي زمين تي رکيائون ته چپ ٿي ويون. ان کان پوءِ اهي (حضرت) عمر کي ڏنائون ته ان جي هٿ (مبارڪ) ۾ به تسبيح پڙهڻ لڳيون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن اهي ان کان وٺي زمين تي رکيون ته چپ ٿي ويون. ان کان بعد اهي کڻي (حضرت) عثمان کي ڏنائون ته ان جي هٿ (مبارڪ) ۾ به تسبيح پڙهيائون ان کان وٺي زمين تي رکيائون ته چپ ٿي ويون. (١)

# ٢- فراست.

هڪ ڀيري سندس خدمت ۾ هڪ زناڪار شخص آيو پاڻ ان ڏانهن نهاري فرمايائون ته: اوهان اچو ٿا ۽ اوهان جي اکين ۾ زنا جا آثار آهن. اهو ٻڌي اهو شخص حيرت ۾ پئجي چوڻ لڳو ته ”رسول الله صلى

(١) سير اعلام النبلا حصو سيرالخلفاء الراشدين ص١٥٤

الله عليه وسلم جن كان پوءِ ٻه كو وحي نازل ٿئي ٿو
ڇا؟ فرمايائين ته ”نه پر اها مؤمن جي فراست (باطني
نظر) آهي“ (١) هن ڪرامت جي بيان ڪرڻ کان پوءِ
علامه نبهاني لکيو آهي ته ”جڏهن ڪنهن مرد جو
قلب صفائيءَ جو مقام حاصل ڪندو آهي ته ان جي
نظر جنهن به سنيءَ يا بريءَ شيءِ تي پوندي آهي ته ان
کي سڃاڻندو آهي ۽ اهڙي قلب وارن جا مختلف مقام
هوندا آهن ڪي صرف اها گندگي ڏسندا آهن ته ڪي
ان جي اصل کي به ڏسندا آهن. (٢)

٣- ماوردي ۽ ابن السکن حضرت ابن عمر رضي
الله عنهما کان روايت آندي آهي ته: غفار قبيلي مان
هڪ شخص جهجاهه نالي سيدنا عثمان رضي الله عنه
جي لٺ ڪٽي سندس ٽنگ تي اهڙي زور سان هنئي جو
ٽنگ ڀڃي پئي. ان لٺ هڻندڙ کي الله جل شانه اها
سزا ڏني جو سندس هٿ ۾ هٿ کائيندڙ بيماري پيدا
ٿي ۽ سال به نه گذريو ته ان جو هٿ ڪاڄي ويو ۽ ان
جي ڪري مري ويو. (٣)

٤- حضرت عبدالله بن سلام رضي الله عنه جو
بيان آهي ته ”مان حضرت عثمان رضي الله عنه وٽ ان

(١) جامع ڪرامات الاولياء صہ ١٥٠ جلد١ (٢) جامع ڪرامات الاولياء
صہ١٥١ جلد١ (٣) ساڳيو حوالو.

ٿيل آهين جيڪو (حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما کي بہ) نہ مليو هو" (١) يعني تون حضور پاڪ صلی الله عليه وسلم جن جو نياٽو آهين

# حضرت عثمان ۽ سندس اولاد جا حضرت علي ۽ سندس اولاد سان مٺي مائٽي جا تعلقات.

١- حضرت عثمان جي سڳي ناني ام حڪيم البيضاء حضرت علي رضي الله عنهما جي سڳي ڦڦي هئي. جيئن اڳ ۾ نسب جي سلسلي ۾ بيان ٿي چڪو آهي.

٢- حضرت عثمان جي ماء اروئ حضرت علي رضي الله عنه جي والد حضرت ابوطالب جي سڳي ڀاڻيجي هئي.

٣- ابن قتيبه دينوري پنهنجي ڪتاب "المعارف" صہ ٩٠ طبع مصر ۾ لکيو آهي تہ حضرت جعفر طيار جي پوٽي ام ڪلثوم حضرت عثمان جي پٽ ابان جي نڪاح ۾ هئي.

(١) نهج البلاغة صہ٣٠٣ و صہ٣٢٢ جزء طبع مصري من كلام له عليه السلام لعثمان عندما ارسله القائمون عليه.

۴- حضرت امام حسين رضي الله عنه جي نياڻي سيده بيبي سُڪينه حضرت عثمان رضي الله عنه جي پوٽي زيد بن عمرو بن عثمان جي نڪاح ۾ رهي هئي.(١)

۵- ڪتاب نسب قريش صـ١١۴جع- ڪتاب المحبر صـ۴۴ طبع حيدرآباد دڪن، المعارف لابن قتيبه دينوري صـ٩٣ طبع مصر، ۾ لکيو پيو آهي تہ حضرت امام حسين جي نياڻي فاطمه صغرىٰ پنهنجي سؤٽ حسن مثنىٰ بن امام حسن جي نڪاح ۾ هئي ۽ ان مان ڪيس ٽي پٽ، ١- عبدالله محض، ٢- ابراهيم، ٣- حسن. ۽ هڪ نياڻي زينب ڄاوا هئا. حضرت حسن مثنىٰ جي وفات کان پوءِ ان جو نڪاح حضرت عثمان رضي الله عنه جي پوٽي عبدالله بن عمرو بن عثمان سان ٿيو. ان مان ڪيس هڪ نياڻي رقيه ۽ ہہ پٽ قاسم ۽ محمد ڄاوا هئا انهيءَ محمد کي حسن ۽ جمال جي ڪري "الديباج" سڏيندا هئا اها ڳالهہ شيعن عالمن ہہ پنهنجن ڪتابن، ١- مقاتل الطالبين صـ٧٦ طبع ايران تذڪره محمد مذڪور، ٢- التنبيه والاشراف للمسعودي صـ٢٥٥ تحت ذڪر خلافت عثمان، ٣- شرح نهج البلاغه لابن ابي الحديد صـ٦٧٩ جلد٣ تحت عبارت- نڪحنا وانڪحنا فعل الاڪفاء، ۴- حواشي عمدة

(١) طبقات ابن سعد صـ٣۴٩ جلد٨

الطالب في انساب آل ابي طالب المقصد الثاني في عقب حسن المثنىٰ. ٥- ناسخ التواريخ جلد ڇهون طبع قديم صـ٥٣۴ ۾ لکي آهي. (١) علامه ابي حاتم رازي بہ ان کي ذکر کيو آهي. (٢) انهن سڀني حوالن مان ثابت ٿيو تہ سيدنا عثمان ۽ سيدنا علي رضي الله عنهما جو پاڻ ۾ تعلق بالکل صحيح هو ۽ انهيءَ لحاظ سان سندن پونين ۾ بہ اهو مٺي مائٽيءَ جو تعلق قائم رهيو. ۽ جيڪڏهن حضرت عثمان اهڙو مخالفن جي قول مطابق اهل بيت جو دشمن هو تہ حضرت امام حسين رضي الله عنه جون نياٽيون ان جي اولاد ۾ نڪاح ڪرڻ قبول نہ ڪن ها. پر انهن جي انهيءَ مٺي مائٽيءَ جي تعلقات مان واضح ٿيو تہ انهن خاندانن ۾ هڪ ٻئي جي لاءِ ڪابہ نفرت نہ هئي. محبت هئي.

# حضرت علي حضرت عثمان رضي الله عنهما جي بنا دير بيعت ڪئي.

علامه ابن سعد لکيو آهي تہ حضرت عثمان جي

(١) رحماء بينهم صـ٥٧ جلد٣(٢) ڪتاب الجرح والتعديل صـ٣٠١ جلد٣ القسم الثاني، طبع حيدرآباد دکن

بيعت اول حضرت عبدالرحمان بن عوف ڪئي ان ڪان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه ڪئي (١) عميرة بن هنيئي پنهنجي پيءُ ڪان ان پنهنجي پيءُ ڪان روايت آندي آهي ته مون ڏٺو ته (حضرت) عثمان رضي الله عنه جي اول بيعت حضرت علي رضي الله عنه ڪئي ان ڪان پوءِ ٻين ماڻهن مسلسل بيعت شروع ڪري ڏني. (٢) علامه ابن تيميه حراني حضرت امام احمد بن حنبل عليه الرحمة جو قول نقل ڪيو آهي ان فرمايو ته حضرت عثمان جي بيعت تي ڏينهن جي صلاح مشوري ڪرڻ ڪان پوءِ سڀني اصحابن رضي الله عنهم جي اتفاق سان ٿي هئي ڪنهن به ان جي مخالفت نه ڪئي هئي. (٣)

## بيعت جي مذڪوره ڳالهه جي شيعن جي ڪتابن مان تائيد.

ڪي ويچارا اڻ پڙهيل ۽ اڻ ڄاڻ ڪتابن ڪي نه

(١) طبقات ابن سعد صـ٤٢ ج ٣ ذكر بيعة عثمان- طبع ليدن. (٢) صحيح بخاري صـ٥٢٥ جلد١- باب قصة البيعة والاتفاق علىٰ عثمان بن عفان.(٣) منهاج السنة صـ٢٣٣-٢٣٤ جلد٣ تحت الخلاف الثامن في امرة الشورىٰ.

پڙهڻ وارا چوندا آهن ته حضرت علي حضرت عثمان رضي الله عنه جي بيعت مجبور ۽ مقهور ٿي ڪئي هئي حالانڪ اهي نٿا سوچن ته اسين ائين چوڻ سان شير خدا رضي الله عنه جي ڪمزوري ۽ مجبوري بيان ڪيون ٿا. ڇا حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه معاذالله ايترو ڏڄڻو هو جو هر ڪنهن جي زبردستي بيعت ورتي ٿي وئي ۽ پاڻ حق تي هلي نه سگهيو. اسان جو عقيدو آهي ته جڏهن سيدنا علي المرتضىٰ جو فرزند سيدنا امام حسين يزيد کان ڏپ ڪري مجبور ٿي ان جي بيعت نه ڪئي ته حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه به ڏڄي بيعت نه ڪئي هئي ان تنهي پلارن سيدنا ابوبڪر صديق، سيدنا عمر فاروق ۽ سيدنا عثمان رضي الله عنهم جي خوشيءَ سان بيعت ڪئي هئي. شيعن جي ڪتابن مان حوالا پيش خدمت آهن.

١- شيعن جي شيخ الطائفه شيخ ابوجعفر طوسي پنهنجي ڪتاب امالي الشيخ الطوسي صـ١٢١ جلد٢ جزء ١٨ مطبوعه مطبع النعمان نجف اشرف عراق- ۾ لکيو آهي ته: جڏهن حضرت عثمان جي لاءِ بيعت جو مسئلو آيو ته حضرت علي رضي الله عنه فرمايو ”اوهان عثمان جي بيعت پسند ڪئي آهي ته

مون بہ ان جي بيعت ڪئي آهي"

٢- نهج البلاغة جي روايت موجب حضرت علي مسلمانن جي خليفي ۽ اڳواڻ مقرر ڪرڻ جي لاءِ جيڪو اصل بيان فرمايو ان مان بہ واضح آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت حق آهي سندس فرمان عالي شان آهي "اِنَّمَا الشُّوْرىٰ لِلْمُهَاجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ فَاِنِ اجْتَمَعُوْا عَلٰى رَجُلٍ وَسَمَّوْهُ اِمَامًا كَانَ ذَالِكَ لِلّٰهِ رِضًا" (١) يعني مسلمانن جي لاءِ اڳواڻ مقرر ڪرڻ جو حق صرف مهاجرن ۽ انصارن (اصحابن) کي آهي جيڪڏهن انهن متفق ٿي ڪنهن کي اڳواڻ مقرر ڪيو تہ ان ۾ الله جل شانه بہ راضي آهي. ۽ جڏهن حضرت عثمان رضي الله عنه جي بيعت تي سڀ متفق ٿيا تہ الله جل شانه بہ ان ۾ راضي آهي ۽ ان جو پيارو حضرت علي رضي الله عنه بہ ان ۾ راضي هو.

# تنبيه.

سايون، سڪيون ڳالهيون لکڻ وارن ڪن مؤرخن سيدنا علي رضي الله عنه جا ڪي اهڙا بيان لکيا آهن

(١) نهج البلاغة صہ٧ جلد٢ طبع مصر.

جن مان بيعت ۾ سندس خوش هجڻ ثابت نہ آهي پر اهي سڀ روايتون جڙتو ۽ مردود آهن. ڏسو علامه ابن كثير جي تحقيق. (١)

# حضرت سيده فاطمه زهراء سان حضرت علي رضي الله عنهما جي شادي وقت حضرت عثمان جي خدمت.

حضرت علي رضي الله عنه جي طرفان شاديءَ لاءِ سامان خريد ڪرڻ وقت جيڪي نقد پئسا خرچ ڪيا ويا هئا اهي سڀ حضرت عثمان رضي الله عنه تحفي طور ڏنا هئا.

اها ڳالهہ سنين ۽ شيعن ٻنهي جي ڪتابن ۾ لکيل آهي ڏسو سنين جو ڪتاب زرقاني شرح المواهب صہ٣ جلد ٢ بحث تزويج علي بفاطمة طبع مصرالطبعة الاولیٰ.

۽ شيعن جو ڪتاب. ع١- ڪشف الغمة في معرفة الائمة- صہ٤٨٥ جلد١- ذڪر تزويج علي بفاطمة.

(١) البداية والنهاية صہ ١٤٧ جزء ٧

٢- بحارالانوار- ازملا باقر مجلسي ص٣٩-٤٠ جلد عاشر باب تزويج فاطمه بعلي- ان ملا باقر اهو به لکيو آهي ته: جڏهن حضرت علي حضور ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پڏايو ته اهي پئسا عثمان ڏنا هئا ته پاڻ خوش ٿي حضرت عثمان لاءِ دعائون گهريون هيائون.

# حضرت علي رضي الله عنه جي نڪاح جا شاهد.

ڪشف الغمه ۾ علي بن عيسیٰ اربيلي شيعي عالم آندو آهي ته حضرت انس فرمايو "مان ان وقت اتي موجود هوس. مون کي رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته " ابوبکر، عمر، عثمان، علي، طلحة، زبير کي ۽ ايترا وري انصارن مان سڏي وٺي آ مان سيني کي وٺي آيس ۽ جڏهن سڀ پنهنجين جاين تي ويٺا ته رسول الله صلی الله عليه وسلم جن کين مخاطب ٿي فرمايو "مان اوهان کي شاهد ٿو بنايان ته مون چانديءَ جي چئن سَوَن مثقالن مهر تي فاطمه جي

شادي علي سان ڪرائي آهي" (١)

## حضرت علي رضي الله عنه جو ارشاد ته حضرت عثمان جي دين کان بيزاري ايمان کان بيزاري آهي.

علامه ابن عبدالبر روايت آندي آهي ته سيدنا علي فرمايو "مَنْ تَبَرَّءَ مِنْ دِيْنِ عُثْمَانَ تَبَرَّءَ مِنَ الْاِيْمَانِ" (٢) مطلب مٿي ذڪر ڪيل آهي.

## حضرت امام حسن رضي الله عنه جو حضرت عثمان رضي الله عنه جي باري ۾ خواب ڏسڻ.

هڪ ڀيري حضرت امام حسن ڪوفه ۾ اٿي بيهي بيان فرمايو ته "اي ٻڌڻ وارا انسانؤ! مون رات خواب ۾ ڏٺو آهي ته الله جل شانه پنهنجي (شان مطابق) عرش

(١) رحماء بينهم صـ٧٨ جلد٣ (٢) الاستيعاب معه الاصابة صـ٧٦ جلد ٣ تذڪرهٔ عثمان

تي آهي. رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ٻه اچي عرش جي هڪ ٿنڀ وٽ تشريف فرما ٿيا پوءِ حضرت ابوبڪر آيو ۽ ان پنهنجو هٿ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي ڪلهي (مبارڪ) تي رکيو ان کان پوءِ (حضرت) عمر آيو ان پنهنجو هٿ (حضرت) ابوبڪر جي ڪلهي تي رکيو ان کان پوءِ (حضرت) عثمان آيو ان پنهنجو هٿ (حضرت) عمر جي ڪلهي تي ان حال ۾ رکيو جو سندس شهيد ٿيل سر (مبارڪ) سندس ٻئي هٿ ۾ هو ۽ اچي عرض ڪيائين ته "ياالله! تون پنهنجن ٻانهن کان پڇ ته مون کي ڪهڙي بنا تي شهيد ڪيو اٿن" ۽ وري فرمايائين ته "آسمان کان زمين ڏانهن رت جا ٻه نيسارا وهندي نظر آيا (۽ چيو ويو ته هي عثمان جو رت آهي جنهن جو پڇاڻو ڪيو ويندو. (حضرت امام حسن جو اهو بيان ٻڌي) ماڻهن حضرت علي رضي الله عنه کي عرض ڪيو ته ڇا اوهان ڏسو نٿا ته حسن ڇا چئي رهيو آهي؟ پاڻ فرمايائين "جيڪو ڪجهه ڏٺو اٿس اهوئي بيان ڪري رهيو آهي" (١)

(١) البداية والنهاية صـ١٩٤- ١٩٥ جزء٧

# حضرت امام جعفر صادق جو ارشاد.

پاڻ فرمايائون تہ "امام مهدي عليه السلام جي دؤر ۾ ڏينهن جي شروعات ۾ پڙهو ڏيندڙ صبح جو پڙهو ڏيندو تہ خيال سان ٻڌو علي ۽ ان جا سچا محب ڪامياب آهن ۽ اهوئي پڙهو ڏيندڙ شام جو پڙهو ڏيندو تہ: عثمان ۽ ان جا سچا محب ڪامياب آهن" (١)

# حضرت عباس رضي الله عنه جو ادب.

حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي چاچي حضرت عباس جي پنهنجي والد مڪرم وانگر عزت ڪندا هئا ۽ ان ڳالهہ کي ذهن ۾ رکندي حضرت عمر ۽ حضرت عثمان (رضي الله عنهم) بہ جڏهن سواريءَ جي حالت ۾ حضرت عباس ڪان لنگهندا هئا تہ ان جي عزت خاطر سواريءَ تان لهي پيادل هلندا

(١) فروع ڪافي جزء٣ ڪتاب الروضة صـ١٤٦ مطبع نولڪشور

هئا. (١)

## حضرت عثمان جي لشڪر ۾ حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين به ويندا هئا.

مدائني ذڪر ڪيو آهي ته طبرستان جي جنگ ۾ حضرت عثمان سعيد بن عاص جي اڳواڻيءَ ۾ جيڪو لشڪر موڪليو ان ۾ حضرت حسن، حضرت حسين رضي الله عنهما به شامل هئا. (٢)

## حضرت علي حضرت عثمان جي طرفان مليل وارا عطيا ۽ تحفا قبول ڪيا.

حضرت عثمان جو مقرر ڪيل ڪوفه جو امير

(١) البداية والنهاية صـ١٦٢ جزء ٧ تذكره، عباس تحت سنه ٣٢هـ تهذيب التهذيب صـ١٢٣ جلد٥ (٢) البداية والنهاية صـ٥٤ جزء٧- الكامل في التاريخ صـ٥٤ جلد٣

سعيد بن عاص جڏهن تحفا ڪٽي ڪوفه کان مدينه منوره ۾ پهتو ته حضرت عثمان انهن تحفن مان مهاجرن ۽ انصارن (اصحابن) ڏانهن به ڪجهه تحفاموڪليا ۽ ڪجهه حضرت علي بن ابي طالب ڏانهن موڪليا جيڪي ان قبول فرمايا. (١)

# حضرت امام حسن جو ارشاد.

جڏهن سيدنا عثمان شهيد ٿيو ته حضرت حسن رضي الله عنه ڏک جو اظهار ڪندي فرمايو ته "جيڪڏهن اسان کي حڪم ڪري ها ته جنگ جوٽي ڏيون ها پر ان اسان کي فرمايو ته "ڪجهه نه ڪيو" (٢) علامه ابن ڪثير لکيو آهي ته حضرت عثمان جي گهر حضرت امام حسن ان لاءِ تلوار ڪڍي پهتو هو ته جيڪڏهن حڪم ڪري ته وڙهون پر حضرت عثمان کيس قسم ڏنو ته واپس موٽي وڃي. (٣) ان هوندي به امام حسن اتي موجود رهيو ۽ مخالفن جي حملي دوران زخمي ٿي

(١) طبقات ابن سعد صـ٣٣ جلد٥ (٢) رحماء بينهم صـ١٧٣ جلد٣
(٣) البداية والنهاية صـ٣٦-٣٧ جزء ٨ تحت حالات امام حسن (۴) حوالو ساڳيو صـ١٨٨ جزء٧

پيو. (۴)

# حضرت علي حضرت عثمان تائين پاڻي پهچايو.

انساب الاشراف ۾ بلا ذري آندو آهي ته حضرت عثمان کي پيئڻ جي لاءِ پاڻي نه هو ته حضرت علي رضي الله عنه ڪيس پاڻيءَ جون ٽي ڪليون ڀرائي موڪليون جن کي پهچائيندي سندس خادم زخمي به ٿي پيا هئا. (١)

# جنازي جي نماز ۽ تدفين ۾ شرڪت.

تاريخن لکيو آهي ته ٻين سان گڏ حضرت علي ۽ حضرت امام حسن رضي الله عنهما به حضرت عثمان جي نماز جنازه ۽ دفن ڪرائڻ ۾ شريڪ هئا. (٢)

(١) رحماء بينهم صـ١٨٣ جلد٣ (٢) تاريخ طبري صـ١۴۴ جلد٥ تحت ذكرالخبر عن الموضع الذي دفن فيه عثمان - الكامل لابن الاثير صـ٩١ جلد ٣ ذكرالموضع الذي دفن فيه

اھوئي بيان نهج البلاغه لابن الحديد صـ٩٧ جلد١- طبع قديم ايراني وطبع جديد بيروت صـ٩٨ تحت متن "من خطبته له عليه السلام في معنىٰ قتل عثمان بن عفان ۾ ﺑﻪ موجود آهي.

# حضرت علي رضي الله عنه جي اولاد ۾ حضرت عثمان جو نالو.

ڪتاب نسب قريش ۾ مصعب بن عبدالله زبيري حضرت علي رضي الله عنه جي اولاد جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته ان ۾ عمر ۽ عثمان نالا ﺑﻪ هئا اهڙي طرح ڪتاب "جمهرة انساب العرب" ۾ ابن حزم اندلسي ﺑﻪ لکيو آهي. (١) ساڳيو بيان ابن سعد ﺑﻪ آندو آهي.

(٢) شيعن جي مشهور ڪتابن ١- تاريخ يعقوبي صـ٢١٣ جلد ثاني مطبوعه بيروت.

٢- مقاتل الطالبين صـ٢٣ طبع قديم ايران.

٣- شيخ مفيد جي ڪتاب "الارشاد" صـ١٦٧-١٦٨ طبع جديد تهران .

٤- ڪشف الغمة في معرفة الائمه صـ٥٩ جلد ١

(١) رحماء بينهم صـ١٩٨ جلد٣(٢) طبقات ابن سعد صـ١١-١٢ جلد٣

طبع جديد ايران.

٥- عمدة الطالب صـ٣٥٦ الفصل الرابع في ذكر عقب العباس بن اميرالمؤمنين رضي الله عنه

٦- جلاء العيون فارسي صـ٤٦٤ طبع طهران تحت ذكر شهداء كربلا از اولاد علي المرتضىٰ- ۾ ﺑﻪ اها ڳالهہ موجود ۽ ثابت آهي. جنهن سان ثابت آهي تہ حضرت عثمان سان اهل بيت جي گهرائي جو پورو پورو پيار هو.

# خلافت.

حضرت عمر رضي الله عنه جي شهادت، ڪفن ۽ دفن ڪان پوءِ اصحابن سڳورن خصوصًا حضرت علي، حضرت زبير، حضرت طلحة، حضرت سعد بن وقاص ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنهم جي ڪافي وقت صلاح ۽ مشوري ڪرڻ ڪان پوءِ سيني جي اتفاق سان چوٿين محرم سنہ٢٤ هجري سومر جي ڏينهن حضرت عثمان رضي الله عنه خلافت جي مسند تي جلوه افروز ٿيو. (١) علماء اعلام لکيو آهي تہ

(١) سيرالصحابه صـ١٨٥ جلد١- البداية والنهاية صـ١٤٤ جزء ٧- تذيهب التهذيب صـ١٤٠ جلد٧

حضرت عثمان رضي الله عنه کي پهريان مذکور خاص اصحابن رضي الله عنهم خلافت جي لاءِ مقرر کيو ان کان پوءِ عام اصحابن رضي الله عنهم بہ سندس خلافت کي چون چرا کان سواءِ قبول فرمايو کنهن بہ انکار نہ کيو ۽ سڀ کان اول پاڻ ئي اهو فرد آهي جيکو پنهنجي والده رضي الله عنها جي حياتيءَ ۾ خليفو مقرر ٿيو. (١)

# خلافت کان پوءِ کهڙي نماز پڙهايائين؟

مؤرخن لکيو آهي تہ حضرت عثمان خلافت لاءِ مقرر ٿيڻ کان پوءِ پهرين نماز وچين (عصر) پڙهائي هئي. (٢)

# خلافت جو خطبو.

پاڻ خلافت سنڀالڻ کان پوءِ پهريون خطبو هيءُ ڏنو هيائين.

(١) حضرت عثمان ذي النورين ص٧٤ (٢) البداية والنهاية ص١٤٧ جزء ٧ جلد٤

اي انسانو! اوهان سڀ مسافر آهيو جيڪو حياتيءَ جو حصو باقي آهي ان کي پورو ڪرڻ وارا آهيو ان جي ڪري جيتري به نيڪي ڪري سگهو ڪري وٺو بس اهو سمجهو ته موت ضرور ايندو ۽ چڱي طرح سمجهو ته ساري دنيا صرف ڌوڪو ۽ غرور جو سامان آهي اوهان کي دنيا جي زندگي ڌوڪو ڏئي الله کان غافل نه ڪري. جيڪي ماڻهو وفات ڪري ويا انهن مان عبرت وٺو ۽ پاڻ پلن ڪمن جي لاءِ جدوجهد ڪيو، غافل نه رهو ڇوته اوهان کي ڇڏيو نه ويندو. اهي دنيا جا صاحب ڪٿي آهن جن دنيا کي آخرت تي ترجيح ڏني ان کي آباد رکيو ۽ ان مان ڪجهه وقت تائين لذتون حاصل ڪندا رهيا ڇا دنيا انهن کي ٻاهر ڪڍي نه اڇلايو؟ اوهان دنيا کي ان مقام تي رکو جنهن تي ان کي الله جل شانه رکيو آهي ۽ آخرت جي ڀلائي طلب ڪيو. (١)

# خلافت جي دوران فتوحات.

حضرت عثمان جي خلافت جي دور ۾ هي علائقا

(١) تاريخ طبري ص٢٤٣ ج٤

۽ شهر فتح ٿيا، ١- اسڪندريه ٻيو پيرو فتح ٿيو، ٢- ليبيا، ٣- تيونس، ۴- اندلس، ۵- جزيره ء قبرص. ٦- جزيره ء ارواد، ٧- جزيرهٔ رودس، ٨- جزيره ء صقليه، ٩- رومين جي زبردست بحري حملي کي هٽايو ويو. ١٠- خراسان، ١١- سيستان، ١٢- ڪابل- ١٣- آذر بائيجان، ١۴- آرمينيا، (١) ١۵- طرابلس، ١٦- آفريقيه، ١٧- اسپين، ١٨- طبرستان، ١٩- مرورود، ٢٠- طالقان، ٢١- فارياب، ٢٢- جوزجان وغيره، (٢) ٣٣- ڪرمان، ٢۴- اصطخر، ٢۵- مجستان، وغيره. (٣) ٢٦- سابور، ٢٧- روم جا ساحلي علائقا، ٢٨- فارس اولىٰ، ٢٩- ڪرمان، ٣٠- خوزو، ٣١- فارس، اخيره، ٣٢- ساحل اردن، ٣٣- مرو. (۴)

## محبوب ڪريم ﷺ جن جي مُنڊيءِ مبارڪ جو هٿ مان ڪرڻ.

جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن

---

(١) حضرت عثمان ذي النورين صہ ١٠٠- ڪان صہ١٢۵ (٢) سيرالصحابه صہ١٨٨ ڪان ١٩٢ جلد١ (٣) ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث صہ١٩٢ (۴) الرياض النضرة صہ١۵۴ جلد٢

عجمي بادشاهن ڏانهن خط لکي کين اسلام جي دعوت ڏيڻ جو ارادو فرمايو ته کنهن سندن خدمت عاليه ۾ عرض کيو يارسول الله! (صلى الله عليه وسلم) اهي ڪوبه خط جنهن تي مهر لڳل ناهي، قبول نٿا ڪن، پاڻ امر فرمايائون ته سندن جي لاءِ چانديءَ مان مُنڊي نهرائي وڃي ۽ ان ۾ ٽي سٽون لکيل هجن. ١- محمد، ٢- رسول، ٣- الله ۽ اهي ٽئي هينان کان مٿي پڙهيون وڃن، سڀ کان هينان، "محمد" مٿان "رسول" ان جي مٿان "الله" محمد رسول الله ۽ لکت اهڙي طريقي سان هئي جو ان کي مهر هٽڻ ۾ استعمال کيو وڃي ته به صحيح رهي. پوءِ اها منڊي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي هٿ مبارڪ ۾ هئي ۽ جڏهن حضرت ابوبڪر خليفو مقرر کيو ويو ته ان به ان سان ٽي مهر هنئي. جڏهن حضرت عمر خليفو مقرر ٿيو ته ان به اها مهر استعمال ڪئي، جڏهن حضرت عثمان خليفو مقرر ٿيو ته ان به ڇهه سال اها مهر هنئي. پوءِ مسلمانن جي پاڻي پيئڻ جي لاءِ مدينه منوره کان ٻه ميل پري جڏهن کوه (بئراريس) کوٽايائين ۽ ان ۾ پاڻي ٿورو هو ته هڪ ڏينهن پاڻ اتي تشريف فرما ٿيو ۽ ان کوهه جي ڪناري تي ويهي ان

منديءَ مبارڪ کي هٿ مبارڪ ۾ هلائي رهيو هو ته اوچتو اها ان کوهه ۾ ڪري پئي پوءِ ته سڄي کوهه جو پاڻي ڪڍيائون، گهڻي جاچ ڪيائون پر اها نه لڌي ۽ ان جي لهندڙ لاءِ وڏو انعام به مقرر ڪيائين پر نه لڌي. ڪيس ان جو سخت صدمو رسيو ۽ ڏاڍو ڏک ٿيو جڏهن نااميد ٿيو ته انهيءَ ئي نموني تي ساڳئي نقش سان ٻي منڊي ٺهرايائين ۽ شهيد ٿيڻ تائين اها استعمال ڪندو رهيو نيٺ اها به گم ٿي وئي خبر نه پئي ته اها ڪنهن ڪنئي. ۽ مسلمانن ان واقعي کي سني فال نه سمجهيو. (١) هڪ روايت موجب سندس مهر تي هي الفاظ هئا "آمنت بالذي خلق فسوّٰی" ۽ ٻي روايت "موجب "آمن عثمان بالله العظيم" (٢) علامه ابن ڪثير لکيو آهي ته: جنهن قرأت کي حضرت عثمان مقرر ڪرايو اهائي اها قرأت آهي جيڪا رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي (ظاهري حياتيءَ جي) آخري سالن ۾ ڪين جبرئيل ٻڌائي هئي. (٣)

---

(١) البداية والنهاية صـ١٥٥ جزء٧(٢) البداية والنهاية صـ٢١٤ جزء٧(٣) البداية والنهاية صـ٢١٧ جزء ٧

# قرآن ڪريم جو هڪ حرف جي قراءت تي رکڻ

اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جڏهن ڏٺو ته ماڻهو قرآن پاڪ جي قرأت ۾ مختلف سوچون رکڻ لڳا آهن، تڏهن انهن حضرت عثمان رضي الله عنه کي عرض ڪيو ته ماڻهن جي لاءِ هڪ قرأت جيڪا متفق آهي مقرر ڪيو. پاڻ ام المومنين سيده حفصه رضي الله عنها وٽ رکيل قرآن ڪريم جو نسخو جيڪو حضرت ابوبڪر لکرايو هو گهرائي ان ۾ لکيل قرأت تي ٻيا نسخا لکرائي ماڻهن ۾ موڪليائين ۽ سڀني کي ان جو پابند رهڻ جو تاڪيد فرمايائين. اهي نسخا ڪيترا هئا مشهور قول مطابق پنج هئا ۽ ابن ابي داؤد جو قول آهي ته اهي ست هئا. هڪ مڪه مڪرمه ڏانهن ٻيو شام ڏانهن، ٽيون يمن ڏانهن، چوٿون بحرين ڏانهن، پنجون بصره ڏانهن، ڇهون ڪوفه ڏانهن، ۽ ستون مدينه منوره ۾ رکرايو هيائين. (١)

(١) ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث ص٨٦- ٨٦.

# پنهنجي ماتحت عملي ۽ عام کي هدايتناما موڪلڻ.

حضرت عثمان رضي الله عنه خلافت جي واڳ ونڻ کان پوءِ عوام سان گڏ پنهنجي ماتحت ڪم ڪندڙن، گورنرن، ملازمن، سرحدون سنڀاليندڙن فوجي سربراهن کي به هدايت ناما موڪليا هئا ته هر طرح الله جل شانه ۽ ان جي حبيب پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن شرعي امور ۾ سستي نه ڪن، حضرت عثمان مدينه منوره ۾ ماڻهو مقرر ڪيا هئا جيڪي ڪنهن کي به غلط ڪم ڪندي ڏسن ته ان کي منع ڪن نه مُڙي ته سزا ڏين. پاڻ قضا، پوليس ۽ افتاء جا محڪما قائم ڪيا هيائين. الغرض حضرت عثمان انتهائي ذهين هجڻ سان گڏ وڏو دين دار متقي ۽ پرهيزگار خليفو هو.

## خلافت جي مدت.

حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت ١٢

سال رهي ۽ هڪ قول مطابق ١٢ سالن مان ٻارهن راتيون گهٽ هئي. (١)

# شاديون ۽ اولاد.

هن کان اڳي لکي آيا آهيون ته حضرت عثمان رضي الله عنه کي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن هڪ ٻئي کان پوءِ پنهنجون ٻه نياڻيون (سيده رقيه، سيده ام ڪلثوم) پرڻائي ڏنيون هيون. سيده رقية مان کيس هڪ پٽ ڄائو هو ان جو نالو عبدالله هو سيده رقيه جي رحلت کان پوءِ نبي صلى الله عليه وسلم جن کيس پنهنجي ٻي نياڻي ام ڪلثوم ڏني پر ڪين ان مان اولاد نه ٿيو هو. انهن ٻنهي کان سواءِ حضرت عثمان جن عورتن سان نڪاح ڪيو هو انهن جو تفصيل هن طرح آهن.

١-فاختة بنت غزوان- هيءَ بيبي صاحبه مضر قبيلي مان هئي ان مان هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو عبدالله الاصغر هو. ننڍي عمر ۾ وفات ڪري ويو هو.

٢- ام عمرو بنت جندب- آزد قبيلي مان

(١) صفة الصفوة صـ١٥٩ جزء ١

هئي ان مان كيس چار پٽ، ١- عمرو، ٢- ابان، ٣- خالد، ۴- عمر ۽ هڪ نياڻي هئي جنهن جو نالو مريم، رکيو هيائون.

٣- فاطمة بنت وليد- هن جي ڪُنيت ام عبدالله هئي بني مخزوم قبيلي مان هئي ان مان ٻه پٽ، ١- وليد، ٢- سعيد ۽ هڪ نياڻي ام سعيد ڄائي هئي.

۴- اسماء بنت ابي جهل بن هشام. هن مان هڪ پٽ ٿيو هو جنهن جو نالو مغيره هو.

٥- مليڪة بنت عيينة بن حصن الفزاري- هن جي ڪُنيت ام البنين هئي ان مان صرف هڪ پٽ ڄائو. جنهن جو نالو عبدالملڪ رکيو ويو پر جلد انتقال ڪري ويو هو.

٦- رملة- بنت شيبة بن ربيعة- هن مان ٽي نياڻيون، ١- ام ابان، ٢- ام عمرو، ٣- عائشه ڄايون هيون.

٧- نائلة بنت قرافصة الڪلبي ان مان، ١- مريم صغرىٰ، ٢- ام خالد، ٣- اروىٰ، ۴- ام ابان صغرىٰ، ٥- عنبة ڄاوا هئا، هيءَ گهرواري حضرت عثمان جي شهادت وقت موجود هئي ۽ دشمن جي تلوار کي روڪيندي سندس هٿ تي تلوار لڳڻ جي ڪري سندس

جي پنهنجي هٿ سان بيعت ڪئي ته ساري زندگي اهو هٿ پنهنجي اگهڙ ڪي نه لڳايم. ٧- ڪوبه جمعي جو ڏينهن غلام ڪي آزاد ڪرڻ کان سواءِ نه گذاريم. اتفاقًا جيڪڏهن هڪ جمعو گسي ويو هوندو ته ٻئي جمعي تي ٻه غلام آزاد ڪيا هوندم. ٨- اسلام کان اڳي يا پوءِ ڪڏهن به زنا نه ڪيم. ٩- اسلام کان اڳي يا پوءِ ڪڏهن به ڪنهن جي ڪا شيءِ چوريءَ نه ڪنيم. ١٠- رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي دؤر ۾ ئي قرآن جمع ڪري ڇڏيم. (١) پاڻ هيئن به فرمايو هيائون ته "جيڪڏهن مون ڪي قتل ڪندؤ ته پوءِ اوهان ۾ هميشه هڪ ٻئي سان محبت نه رهندي ۽ مون کان پوءِ ڪڏهن به هميشه گڏجي نماز به نه پڙهندؤ ۽ نه مون کان پوءِ ڪنهن دشمن سان گڏجي جنگ ڪندؤ. (٢) ۽ هڪ ٻئي سان ويڙهه ۾ هيئن (هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي ۾ وجهي) ڳنڍيا پيا هوندؤ" (٣) موسىٰ بن حڪيم کان روايت آهي ته: حضرت عثمان مسجد جي ڇت تي چڙهي نهاريو ته حضرت طلحة وينو هو پاڻ ان ڪي سڏي فرمايائين ته اي طلحة! عرض ڪيائين "جيءُ"

(١) الصواعق المحرقة صه١١١- ١١٢ (٢) طبقات ابن سعد صه٨٣ جلد٣ (٣) ساڳيو حوالو صه٧١ (٣) الصواعق المحرقة صه١١١- ١١٢

پاڻ فرمايائونس تہ "توکان الله جو قسم ڏئي ٿو پڇان تہ توکي اهو علم آهي جو رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو هو تہ "کير پلاٽ خريد کري مسجد کي وڌائيندو؟ پوءِ اهو مون پنهنجي ملڪيت مان خريد کيو هو؟ حضرت طلحة عرض کيو تہ "هائو" وري فرمايائين " تہ اي طلحة! ان عرض کيو "جيءُ" فرمايائين تہ مان توکان الله جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ توکي اهو علم آهي تہ مون غزوهٔ تبوڪ ۾ پيادن کي سواري مهيا کري ڏني هئي؟" ان عرض کيو تہ "هائو" پوءِ طلحة فرمايو تہ "مان عثمان کي صرف مظلوم ٿو سمجهان" (۱) پاڻ فرمايو اٿس تہ "جيڪڏهن اوهان جون دليون پاڪ هجن تہ الله جي ڪلام جي تلاوت مان ڍؤ ئي نہ ڪن" ۽ مان نٿو پسند ڪريان تہ مون تي ڪو اهڙو ڏينهن اچي جنهن ۾ الله جو ڪلام تلاوت نہ ڪيان ۽ پاڻ فرمايو اٿس تہ "ڪوبہ عمل ڪندڙ عمل ڪندو آهي تہ ان جو اثر ان تي ائين ظاهر ٿيندو آجيئن مٿان ڪا چادر ڍڪيل هوندي آهي" (۲)

---

(۱) الرياض النضرة صـ۱۵۸ جلد۲ (۲) فضائل الصحابة صـ۴۷۹ جلد۱

# وصيت.

علاء بن فضل پنهنجي ماءُ کان روايت آندي آهي ته جڏهن حضرت عثمان شهيد ڪيو ويو ۽ ان جي گهر ۾ تلاشي ورتي وئي ته هڪ تالو لڳل پيتي ڏٺائون ان تالي کي ٽوڙي ڏٺائون ته هڪ ڪاغذ تي سندس هيءَ وصيت لکيل هئي. " بسم الله الرحمٰن الرحيم عثمان بن عفان شاهدي ٿو ڏئي ته هڪ الله وحده کان سواءِ ڪوبه معبود بالحق ناهي ۽ بلاشڪ (حضرت) محمد مصطفیٰ (صلى الله عليه وسلم) جن ان جا ٻانها ۽ رسول آهن ۽ بيشڪ بهشت حق آهي ۽ بيشڪ جهنم به حق آهي ۽ الله قبر وارن کي ان ڏينهن جي لاءِ اٿاريندو جنهن ۾ ڪوبه شڪ ناهي الله وعدي جي خلاف ورزي نه ڪندو آهي. ان (عقيدي) تي جيئرو رهندو، ان تي مرندو ۽ ان تي انشاءالله اٿاريو ويندو." (١)

# شهادت.

حضرت عثمان رضي الله عنه کي رسول الله صلى

(١) الرياض النضرة صـ١٧٥ جلد٢

الله عليه وسلم جن اڳ ۾ ٻڌايو هو ته ”تون شهيد ٿيندين“ اها ڳالهه يقينًا ٿيڻي هئي ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه جي مٿان ڪن غلط فهمين جي ڪري (جن جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسي سگهجي ٿو) هڪ باغي ٽولي حملو ڪري سندس گهر مبارڪ کي گهيري ۾ رکيو. پاڻ پنهنجي جاءِ جي ڇت تي چڙهي انهن کي سمجهياياڻون پر اهي نه مڙيا. حضرت عثمان رضي الله عنه ذهني طرح شهيد ٿيڻ جي لاءِ تيار هو جنهن ڏينهن سندس شهادت ٿي ان ڏينهن پاڻ روزي سان هو اهو جمعي جو ڏينهن هو، ٿوري ننڊ اچڻ جي ڪري پاڻ خواب ۾ ڏٺائين ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ۽ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما تشريف فرما آهن ۽ ڪيس چون پيا ته ”عثمان جلدي ڪر اسين تنهنجي روزي ڪولاڻ جي انتظار ۾ آهيون“ (١) سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ اتي موجود ماڻهن کي اهو خواب ٻڌايائين ۽ پنهنجي گهرواريءَ کي فرمايائين ته ”منهنجي شهادت جو وقت اچي ويو آهي، باغي مون کي شهيد ڪندا، ان عرض ڪيو ته ”اميرالموءمنين! ائين ڪونه ٿيندو“ پاڻ فرمايائين ته

(١) اسدالغابة صـ٣٨٢ جلد٣

"مون هينئر تہ اهو خواب ڏٺو آهي" ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪيس نبي پاڪ صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "عثمان! اڄ جمعي جي نماز مون سان گڏ پڙهجانءِ" (١)ان کان پوءِ ڪانچ (جيڪا اڳي ڪڏهن نہ پاتي هيائين) گهرائي پاتائين پنهنجن ويهن غلامن کي گهرائي آزاد ڪيائين. (٢) ۽ قرآن ڪريم کولي تلاوت ۾ مصروف ٿي ويو. (٣) باغي ٽولن سندس جاءِ تي حملو شروع ڪري ڏنو، حضرت امام حسن رضي الله عنه جيڪو ان وقت دروازي تي بيٺل هو، زخمي ٿي پيو ۽ باغين مان چار ڄڻا ٽپ ڏيئي پٽ ٽپي اندر آيا ڪنانہ بن بشر نالي هڪ شخص سندس پيشاني مبارڪ تي لوهہ جي لٺ هڻي تہ پاڻ پاسي پر ڪري پيو ۽ سندن زبان مان ان وقت بہ "بِسْمِ اللهِ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللهِ" جا الفاظ نڪتا. مراد قبيلي جي هڪ شخص سودان بن حمران بہ مٿس ڏڪ جو وارو ڪيو تہ جسم مبارڪ مان رت جا ڦوهارا وهڻ لڳا ۽ مختلف ڏڪن، نيزن، خنجرن ۽ تلوارن جي وارن جي ڪري پاڻ شهادت جو مقام ماڻي واصل الی الله ٿيو. (۴) ۽ سندس رت جا ڦڙا سندس تلاوت ڪرڻ واري قرآن پاڪ ۾ "فَسَيَكْفِيكَهُمُ

(١) سيرالصحابه صہ٢١٩ جلد١ (٢) اسدالغابه صہ٣٨٢ جلد٣ (٣) فضائل الصحابة صہ٤٩٧ جلد١ (۴) سيرالصحابه صہ٢١٩ جلد١

اللهُ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ" (سورة البقره) ( جلد توكي انهن كان الله كافي ٿيندو ۽ اهوئي گهڻو ٻڌندڙ ۽ گهڻو ڄاڻندڙ آهي)جي آيت مبارڪ تي لڳا.

سعيد بن جبير حضرت ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن حضرت عثمان رضي الله عنه كي فرمايو هو تہ "تون مظلوم ٿي شهيد ڪيو ويندين ۽ تنهنجي رت جو ڦڙو "فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللهُ" "قرآن كريم جي (لفظن) تي ڪرندو، ۽ اهو اجا تائين ان تي آهي".

ابن اسحاق جو قول آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت وقت حضرت عمر جي شهادت كي يارهن سال يارهن مهينا ۽ ٻاويهہ ڏينهن گذريا هئا.(١) سندس عمر ان وقت ٨٢ يا ٨٦ يا نوي سال هئي. (٢)

# تدفين.

شهادت كان پوءِ مغرب ۽ عشاء جي وچ واري وقت ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه كي نيا راسلمي،

(١) طبقات ابن سعد صـ٧٨ جلد٣(٢) اسدالغابةصـ٣٨٣ج٣ - الاصابة صـ٤٦٣ جلد٢

جبير بن مطعم، حڪيم بن حزام ۽ ابوجهم بن حذيفة عدوي ڪنيو ۽ جنازي جي نماز جبير بن مطعم پڙهائي هڪ روايت موجب حضرت زبير نماز جنازه پڙهائي.(١) ۽ انهن ئي ڪيس جنت البقيع قبر مبارڪ ۾ لاٿو. هڪ قول موجب سندس قبر مبارڪ کي في الحال لڪائي راز ۾ رکيو ويو هو ( بعد ۾ واضح ڪيو ويو) سندس نماز جنازه ۾ ١٦ ڄڻا شريڪ ٿيا هئا. (٢)

# غم جي لهر.

اصحاب ڪرام ۽ گهڻا ٻيا مسلمان به جيڪي هن وڏي سانحي جي ٿيڻ نه ڇا ٻڌڻ جي لاءِ به تيار نه هئا ۽ ڪنهن کي به اهو وهم ۽ گمان نه هو ته باغي ٽولو اينتري جرأت ڪندو جو مسلمانن جي اتفاق سان مقرر ڪيل خليفي کي شهيد ڪري مدينه منوره جي حرم جي بي حرمتي ڪندا ان جي ڪري جنهن به اهو ٻڌو ته اهو ڏندن ۾ آڱريون وجهي حيران ٿي ويو ٿي ۽ جن کي حضرت عثمان رضي الله عنه سان سندس مقرر ڪيل عملي جي ڪري ڪي شڪايتون هيون اهي به

(١) الصواعق المحرقة ص١١١(٢) ساڳيو حوالو

سندس مظلوميت کي محسوس ڪري روئي رهيا هئا پر جن دشمنن اسلام جي لاءِ اهو چار وڇايو هو اهي ان ۾ ڪامياب ويا جو جيڪي مسلمان هڪ ۽ متحد هئا اهي سني، شيعا، خارجي ٽولن ۾ ورهائجي ويا ۽ اهڙو تفرقو پيو جيڪو قيامت تائين قائم رهندو.

# شهادت تي اصحاب ڪرام جا بيان.

۱-حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمايو ته (حضرت) عثمان جي شهيد ڪرڻ ۾ جيڪڏهن سڀ ماڻهو شريڪ ٿين ها ته انهن تي آسمان کان پٿر وسايا وڃن ها. (پر هڪ باغي ٽولي اهو عظيم گناهه ڪيو، ٻيا انهن سان شريڪ نه هئا) (۱) ۽ هڪ روايت موجب پاڻ فرمايائين ته "جيڪڏهن ماڻهو عثمان جي خون جو فيصلو طلب نه ڪن ها ته انهن تي پٿر وسايا وڃن ها" (۲)

۲-حضرت ابوحميد ساعدي رضي الله تعالىٰ

(۱) تهذيب التهذيب ص۱۴۱ جلد۷ فضائل الصحابة ص۴٦۱ جلد۱ (۲) طبقات ابن سعد ص۸۰ جلد۳

عنه (جيڪو بدر جي جنگ ۾ به موجود هو) ان جڏهن حضرت عثمان جي شهادت جي خبر ٻڌي تڏهن فرمايائين ته ”اي منهنجا الله! مان تنهنجو پاڻ تي اهو حق ٿو رکان ته جيسئائين تو وٽ وفات ڪري نه پهچان ساري زندگي نه کلندس.“

٣- جڏهن حضرت ابوهريره رضي الله عنه اها ڳالهه ٻڌي ته هاءِ هاءِ ڪندي روئندو رهيو.

٤- حضرت زيد بن ثابت به اها خبر ٻڌي ته زارو قطار روئندو رهيو.

٥- حضرت حسان بن ثابت حضرت عثمان جي شهادت تي افسوس ۽ ڏک جو اظهار ڪندي هي شعر چيو

وَكَانَ اَصْحَابُ النَّبِيِّ عَشِيَّةً
بُدْنٌ تُنَحَّرُ عِنْدَ بَابِ الْمَسْجِدِ

۽ نبي ڪريم (صلى الله عليه وسلم) جن جا اصحاب رات جو چڻ ته اٺ هئا؟ جيڪي سندس مسجد جي دروازي تي ڪنا ويا.

اَبْكِي اَبَا عَمْرو لِحُسْنِ بَلَائِهِ
اَمْسَيَ رَهِينًا فِيْ بَقِيْعِ الْغَرْقَدِ

مان ابو عمرو (حضرت عثمان) لاءِ سندس سهڻي

امتحان تي روئان ٿو جيڪو شام جو جنت البقيع ۾ ڳڻ طور رکيو ويو آهي.

٦- حضرت عبدالله بن سلام جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته فرمايائين "اڄ عرب تباهه ٿي ويا" طاؤس کان روايت آهي ته "حضرت عبدالله بن سلام کان پڇيو ويو ته "اوهان عثمان (رضي الله عنه) کي اڳين ڪتابن ۾ ڪيئن ٿا ڏسو؟ فرمايائين ته "اسين ڏسون ٿا ته اهو قيامت جي ڏينهن به (پنهنجن جو ته ڇا) قاتلن ۽ مخالفن جو به امير هوندو" (١) حضرت عبدالله بن سلام فرمايو: "جڏهن به ڪو الله جو نبي عليه الصلٰوة والسلام شهيد ڪيو ويندو آهي ته ان جي بدلي ۾ ستر هزار ماڻهو قتل ٿيندا آهن ۽ جڏهن ڪو خليفو شهيد ڪيو ويندو آهي ته ان جي بدلي ۾ پنجٽيهه هزار (٣٥٠٠٠) ماڻهو قتل ٿيندا آهن" (٢) ۽ پاڻ فرمايائين ته " اي مدينه (منوره) جا رهڻ وارؤ! الله جو قسم آهي اوهان کان الله جي (غضب واري) تلوار ڍڪيل آهي ۽ يقيناً الله جا ملائڪ مدينه (منوره) جي چوڌاري چوڪيدار آهن (مدينه منوره جو) ڪوبه اهڙو گس ناهي جنهن تي ملائڪ تلوار سان گڏ بيٺل

(١) طبقات ابن سعد صہ٨١ جلد٣ (٢) طبقات ابن سعد صہ٨١ جلد٣

ناهي (حضرت عثمان کي شهيد ڪري) الله جي تلوار کي نہ کوليو ۽ نہ ملائڪن کي پڇايو" (١)

٧- حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ "مون (حضرت) علي (رضي الله عنه) کان (حضرت) عثمان جي شهيد ٿيڻ وقت ٻڌو پاڻ فرمائي رهيو هو "الله جو قسم آهي تہ مون نہ قتل کيو آهي نہ قتل جو امر کيو آهي پر دشمن غلبو ڪري ورتو" پاڻ اهو ٽي ڀيرا فرمايائين" عبدالرحمان بن ابي ليلىٰ کان روايت آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه پنهنجون ٻئي ٻانهون مٿي ڪري فرمايو تہ "اي الله! مان عثمان جي معاملي ۾ تو وٽ آزاد آهيان" (٢) (مان ڏوهي ناهيان) ۽ قيس بن عباده کان روايت آهي تہ (حضرت) علي رضي الله عنه جمل جي جنگ وقت بہ اهي الفاظ فرمايا هئا. (٣) حضرت علي رضي الله عنه جمل واري جنگ وقت فرمايو "الله تعالىٰ عثمان جي قاتلن تي لعنت ڪري" (٤) حضرت سمرة رضي الله عنه فرمايو "اسلام هڪ مضبوط قلعو هو پر حضرت عثمان رضي الله عنه جي قاتلن ان ۾ وڏو ڏار

---

(١) فضائل الصحابہ صـ٤٩١ جلد١ (٢) طبقات ابن سعد صـ٨٣ جلد(٣) الصواعق المحرقة صـ١١٢ (٤) الرياض النضرة صـ١٧٨ جلد٢

وجهي ڇڏيو جيڪو قيامت تائين بند نه ٿيندو. (١)

٩- حضرت حذيفه رضي الله عنه فرمايو ته "حضرت عثمان رضي الله عنه جي شهادت پهريون فتنو آهي ۽ دجال جو نڪرڻ آخري فتنو آهي ۽ مون کي ان الله جو قسم آهي جنهن جي هٿ ۾ منهنجو ساهه آهي ته جنهن جي دل ۾ ذري جيتري به (حضرت) عثمان (رضي الله عنه) جي قتل ڪرڻ سان محبت هوندي (خوش ٿيو هوندو) ته اهو جيڪڏهن دجال جي دور ۾ جيئرو هوندو ته ان سان ملي ويندو ۽ جيڪڏهن اڳ ۾ مري ويو ته قبر ۾ به دجال تي ايمان آڻيندو". (٢)

## جنن رنو

عثمان بن مرة کان روايت آهي ته (حضرت) عثمان رضي الله عنه تي (سندس شهادت کان پوءِ) مدينه منوره جي مسجد ۾ جنن رنو هو. (٣)

(١) الصواعق المحرمة صـ١١٢ (٢) البداية والنهاية صـ١٩٢ جزء٧ (٣) الرياض النضرة صـ١٧٥ جلد٢

# حضرت ابن عباس رضي اللّٰه عنهما جو خواب.

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي پاڻ هڪ گهوڙي تي سوار هئا سندن مٿي مبارڪ تي نور جي پڳ هئي ۽ سندن هٿ مبارڪ ۾ بهشتي لڪڻ هو مون کين عرض ڪيو تہ "يارسول الله! مان اوهان جي ديدار جي شوق ۾ آهيان ۽ اوهان تڪڙا پيا وڃو" پاڻ مون ڏانهن توجہ ڪندي تبسم فرمائي ٻڌايائون تہ "اسان وٽ بهشت ۾ عثمان بن عفان بادشاهہ ۽ گهوٽ جي صورت ۾ آيو آهي ان جي لاءِ بهشت ۾ مهمانيءَ جو انتظام ڪيو ويو آهي اسان کي بہ ان ۾ شرڪت جي لاءِ چيو ويو آهي ان جي ڪري جلدي وڃي رهيا آهيون" (١)

# گستاخن کي سزا.

محدثن ۽ مؤرخن ڀلارن حضرت عثمان رضي الله

(١) الرياض النضرة صہ١٧٧ جلد٢

عنه جي گستاخن کي قدرتي سزا ملڻ جا ڪجھ واقعا لکيا آهن جيڪي هن ڪتاب جي پڙهندڙن جي پيش خدمت آهن.

١- زيد بن حبيب کان روايت آهي ته جن حضرت عثمان رضي الله عنه تي حملو ڪيو هو انهن مان گهڻا چريا ٿي مئا هئا. (١)

٢- ابن عساڪر حضرت حذيفه رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ان فرمايو ته "دنيا ۾ پهريون فتنو حضرت عثمان رضي الله عنه کي شهيد ڪرڻ وارو هو ۽ آخري فتنو دجال جو هوندو. ۽ مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي (قدرتي) هٿ ۾ منهنجو ساهه آهي ته جنهن جي به دل ۾ عثمان جي قتل تي ٻڙ سان محبت هوندي اهو جيڪڏهن دنيا ۾ جيئرو رهيو ته به دجال تي ايمان آڻيندو ۽ جيڪڏهن مري ويو ته قبر ۾ به ان تي ايمان آڻيندو. (٢)

٣- ابو نعيم دلائل النبوة ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي ته "جهجاه" نالي هڪ شخص حضرت عثمان جي لٺ سندس گوڏي مبارڪ تي هٽي ڀڃي وڌي هئي ته پوءِ جلد ئي الله جل

(١) الصواعق المحرقة صـ١١٢ (٢) ساڳيو حوالو

شانه ان جي پير ۾ اهڙي بيماري پيدا ڪئي جو سڄي ٽنگ ڪاڄي وبس ۽ ان ئي بيماريءَ ۾ مري ويو. (١)

٤- حضرت عثمان رضي الله عنه جي قاتلن ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو هڪ پٽ به بي فرمان ٿي شريڪ ٿيو هو. (حضرت امام) حسن (بصري) ان کي فاسق سڏيندو هو ۽ جڏهن انهن سڀني قاتلن تي قدرتي عذاب آيو ته ان فاسق کي هڪ (مئل) گڏهه جي پيٽ ۾ وجهي ساڙيو ويو. (٢)

٥- ابوقلابه کان روايت آهي ته: مان هڪ ڀيري ڪجهه رفيقن سان گڏ شام ملڪ ۾ ويل هوس ته هڪ شخص جو آواز ٻڌم جيڪو چئي رهيو هو، اي هلاڪت! باهه ڙي باهه! ۽ ان جا هٿ ۽ پير وڍيل هئا، اکين کان انڌو منهن ڀر ڪريو پيو هو ٻوءِ پڇيومانس ته تنهنجو هي حال ڇو ٿيو آهي؟ ٻڌايائين ته "مان به انهن شخصن سان گڏ هوس جيڪي حضرت عثمان کي شهيد ڪرڻ جي لاءِ سندس گهر ۾ گهڙيا هئا. مان جڏهن ان (حضرت عثمان) کي ويجهو ويس ته سندس گهرواريءَ دانهن ڪئي مون ان کي لپاٽ هنئي ته ان مون کي چيو " ڇا ٿيو اٿئي؟ الله تنهنجا هٿ ۽ پير

(١) ساڳيو حوالو- ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث صـ٢١-٢٢(٢) طبقات ابن سعد صـ٨٣ جلد٣

وڏي تـوڪـي انـڌو ڪـري ۽ جهـنـم جي بـاهـ ۾ داخل ڪري" پوءِ مـون ڪي وڏي تـڙڪـٽيءَ ورتو پـڄندي ٻاهر نڪتس تہ منهنجي اها حالت ٿي جيڪا تون ڏسي رهيو آهين باقي جهنم جي باهـ رهيل آهي (اها بہ ملندي) راوي ٿـو فـرمـائي تہ مـون چيـومـانـس تہ "تنهنجي لاءِ تباهي ۽ بربادي آهي". (١)

## قاتلن لاءِ شرعي حڪم.

اهل السنة والجماعة جو ان ڳالهـ تي اجماع آهي تہ حضرت عثمان شهيد ٿيڻ تائين حق جو امام هو ۽ جن ظالمن ان جي شهيد ڪرڻ ڪي حلال سمجهي شهيد ڪيو اهي ڪافر آهن ۽ جن حلال نہ سمجهي ڪيو اهي فاسق ۽ فاجر آهن. ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ ان وقت مـدينہ منوره ۾ رهڻ وارن مـاڻهن جا ٽي قـسم هـئـا،
١:-اهي جيـڪـي سندس دفـاع ڪندا رهيـا جيـئن حضرت امام حسن بن علي، عبدالله بن عمر، مغيرة بن اخنس، سعيد بن العاص وغيره ۽ جيڪي سندس گهر ۾ سندس ئي آزاد ڪيل غلام هـئـا انهن ڪي پاڻ قـسم

(١) ذي النورين عثمان بن عفان الخليفة الثالث صـ٢١-٢٢

وڏو هيائين ته ڪنهن سان به وڙهڻ جو نه سوچيو ۽ پنهنجن غلامن کي فرمايو هيائين ته ”جنهن هٿيار ڦٽا ڪيا اهو آزاد آهي“ اهي سڀ اطاعت گذار، فرمانبردار هئا. ۲:- ٻيا اهي جيڪي سندس ئي منع ڪرڻ جي ڪري گهرن ۾ رهيا نه نڪتا جيئن حضرت علي، سعد بن ابي وقاص، اسامه بن زيد، محمد بن مسلمه، عبدالله بن سلام وغيرهم رضي الله عنهم اهي مجبور ڪجهه ڪرڻ کان رهجي ويا. ۳:- سندس دشمنن جا مددگار هئا جيڪي انهن سان ان ڪم ۾ شريڪ ٿيا هئا. (۱) وهذا آخر ما اردت ايراده في هذا الكتاب والله الموفق والمعين للحق والصواب - واليه المرجع والمآب - حرره الفقير الى الله المغيث محمد ادريس الداهري نسبًا النقشبندي سشر بًالحنفي مذهبًا - السندي وطنًا.

(۱) ساڳيو حوالو

آگريون شهيد ٿي ويون هيون. (۱) حضرت عثمان جي شهادت وقت سندس هي چار گهر واريون زنده هيون. ۱- نائلة، ۲- رمله- ۳- ام البنين، ۴- فاختنه. (۲)

# خطاب لاجواب.

ابي ثور فهري کان روايت آهي ته جڏهن حضرت عثمان دشمنن جي گهيري ۾ هو تڏهن مان سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو هوس ته پاڻ مون کي مخاطب ٿي فرمايائون "مون الله جل شانه وٽ ڏهه شيون ذخيرو رکيون آهن. ۱- مان مسلمانن ۾ چوٿون مسلمان آهيان. ۲- رسول الله صلى الله عليه وسلم جن مون کي هڪ نياڻي رقية نڪاح ۾ ڪري پرڻائي ڏني. ۳- ان جي رحلت کان پوءِ ٻي نياڻي ام ڪلثوم رضي الله عنهما نڪاح ۾ ڪري پرڻائي ڏني. ۴- مون ڪڏهن راڳ نه ڳايو. ۵- مون ڪڏهن مشت زني نه ڪئي. ٦- مون جڏهن کان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن

(۱) هي روايتون تاريخ طبري ص ۴۲۰- ۴۲۱ جلد ۴ انساب الاشراف بلاذري ص ۱۰۵- ۱۰٦ جلد ۵ تان ورتل آهن انهن جي روايتن ۾ ٿورو اختلاف هو ان جي ڪري گڏ لکيون ويون آهن. (۲) البدايه والنهاية ص ۲۱۹ جزء ۷

وقت پهتس جڏهن مخالفن جو ان تي گهيرو ٿيل هو. پوءِ پاڻ فرمايائين "تہ اي منهنجا پياءُ! مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي هن دريءَ کان ڏٺو آهي پاڻ فرمايائون تہ " عثمان! توکي گهيري ۾ رکيو اٿن؟" مون عرض ڪيو تہ "هائو" پوءِ پاڻ مون کي پاڻيءَ جو ڀريل دلو لاهي ڏنائون مون ان مان پاڻي پي ڍؤ ڪيو، الخ علامہ نبهاني عليہ الرحمة هن ڪرامت کي ذڪر ڪري فرمايو تہ حضرت عثمان جي ان ڏسڻ مان مراد سجاڳيءَ ۾ ڏسڻ آهي نہ تہ ان کي ڪرامات مان شمار نہ ڪيو وڃي ها. (١)

# حضرت عثمان کي حضور ڪريم ﷺ جن ۾ نياڻيون ڏنيون هيون، شيعن جي ڪتابن مان ثبوت.

نهج البلاغة ۾ آهي تہ جڏهن حضرت عثمان دشمنن جي گهيري ۾ هو تہ ان وقت ان وٽ حضرت علي آيو ۽ ڪيس چيائين تہ " تون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي مائٽي مان ان شرف سان مشرف

(١) جامع ڪرامات الاولياء صہ١٥١ جلد١

